# جمال ابڙو

## ۽ جديد سنڌي ڪھاڻي

(ايم.اي سنڌي جو مونوگراف)

ادريس جتوئي



ڪويتا پبليڪيشن ـ حيدرآباد
سنڌي ادبي سنگت ـ نوان جتوئي
2005ع

ڪتاب جو نالو: جمال ابڙو ۽ جديد سنڌي ڪهاڻي
(ايم. اي سنڌي جو مونوگراف)
موضوع: تنقيدي ادب
ليکڪ: ادريس جتوئي
ڇاپو: پهريون
سال: جون، 2005ع
تعداد: 1000 (هڪ هزار)
ڪمپيوٽر لي آئوٽ: عبدالڪريم سومرو
ڪمپوزنگ: انٽيل ڪميونيڪيشنز، 9- ربي چئمبر،
حيدر چوڪ، گاڏي کاتو، حيدرآباد سنڌ.
ٽائيٽل ڊزائين: موهن لال مڪواڻا
ڇپائيندڙ: ڪويتا پبليڪشن ـ حيدرآباد
۽ سنڌي ادبي سنگت ـ نوان جتوئي
ڇپيندڙ: انٽيل ڪميونيڪيشنز، حيدرآباد
فون: 0222-721172
قيمت: 100 روپيا

اسٽاڪسٽ:
شاهه لطيف ڪتاب گهر ـ حيدرآباد، سچل بوڪ سينٽر ـ حيدرآباد، ذوالفقار بوڪ ڊيپو ـ حيدرآباد
تهذيب نيوز ايجنسي ـ خيرپورميرس، الفتح نيوز ايجنسي ـ سکر، رابيل ڪتاب گهر لاڙڪاڻو
ٿر ڪتاب گهر ـ مٺي، العزيز بوڪ ڊيپو ـ عمرڪوٽ، سنڌ بوڪ ڪلب ـ نوابشاهه
مرچو مل بوڪ ڊيپو ـ بدين، معين ميڊيڪل اينڊ جنرل اسٽور ـ نوان جتوئي
عوامي بوڪ اسٽال ـ نوابشاهه، نيشنل بوڪ اسٽال خيرپورميرس
نئون نياپو ڪتاب گهر ـ لاڙڪاڻو، جنيد بوڪ ڊيپو ـ دادو

# JAMAL ABRO
# AEEN JADEED SINDHI KAHANI

**(Jamal Abro & Modern Sindhi Story)**

**[A monograph of M.A. Sindhi Literature]**

***By: Idrees Jatoi***

Edition: First
Year: June, 2005
Quantity: 1000
Title Design: Mohan Lal Makwana
Computer layout: Abdul Karim Soomro
Composing: Intel Communications, Hyd. Tel: 0222-721172
Published by: Kavita Publication Hyd. & Sindhi Adabi Sangat, New Jatoi
Printed by: Intel Communications, Hyderabad
Price Rs. 100-00

# ارپنا

منهنجي امڙ **مريم خاتون** جي نالي
جنهن سخت پورهيو ڪري
اسان ڇئني ڀائرن ۽ هڪ ڀيڻ کي،
تاتي، نپائي وڏو ڪيو
۽ تعليم ڏياري!

اَمڙِ تو جهڙي ڏيهہ مون کي ڏيکاريو،
مون کي ڪير اڪسير تو ئي پياريو،
مون کي سُک ڏنئہ سَوَ ڏُکي تو گذاريو،
ٿيان تو تان صدبار صدقي مان جيجل !

ـ ادريس جتوئي

# ستاءُ

## اداري پاران

ڪنهن بہ قوم ڪي جيڪڏهن ڪو شعور مليو آهي تہ ان ۾ شاعرن، سياستدانن، ناول نگارن ۽ ڪهاڻيڪارن جو وڏو هٿ رهيو آهي. ان ڏس ۾ جمال ابڙي جو شمار بہ وڏن ڪهاڻيڪارن ۾ ٿئي ٿو، جنهن سنڌي ادب کي اهم ڪتابن جا مجموعا ڏنا، جنهن ۾، "پشو پاشا" (افسانن جو مجموعو)، "جمال ابڙو - ڪهاڻيون، مضمون ۽ شخصيت"، "آتم ڪهاڻي چئن پاڱن ۾ - "ڏسي ڏوهہ اکين سين"، "اونهي ڳالهہ اسرار جي"، "ٿوهر ۾ ڳاڙها گل" ۽ "ايندو نہ وري وڻجارو" شامل آهن.

ادريس جتوئي-جو هي مجموعو اصل ۾، ايم.اي سنڌي جو مونوگراف آهي، جيڪو شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ۾ پيش ڪيو ويو. جنهن ۾

جمال ابڙي جي ڪهاڻيءَ جي فن ۾ موضوع، ڪردارنگاري، ٻولي ۽ سماجي شعور جو جائزو ورتو آهي. صاحب ڪتاب هي مونوگراف ايتري تہ دلچسپي ۽ محنت سان تيار ڪيو جو، ان کي ڇپائڻ جي ضرورت محسوس ڪيائين. ان سلسلي ۾ ٻہ ـ ٽي سال اڳ جڏهن هن مونوگراف جو ذڪر ڪيو تہ مون هڪدم انهيءَ مواد کي ڪمپوز ڪرائڻ شروع ڪيم. هن ڪتاب ۾ جمال ابڙي جو هڪ اهم انٽرويو، ڪهاڻيون ۽ بايوڊيٽا پڻ شامل ڪئي ويئي آهي. جيتوڻيڪ هن مجموعي کي جلد اچڻ گهرجي ها پر وقت ۽ حالتن جي وهڪري ۾ ٻہ ـ ٽي سال گذري ويا. تازو، جڏهن ادريس جتوئي هن ڪتاب کي ڇپائڻ لاءِ زور ڀريو تہ ڪتاب جي ڪم کي هڪ مهيني اندر مڪمل ڪري توهان جي هٿن تائين پهچايو آهي.

هي مجموعو پاڻکن جي شعور ۾ ضرور کي نوان لاڙا ۽ رخ ڏيندو، ڇو تہ جمال ابڙي جو هڪ يادگار انٽرويو بہ شامل آهي، جنهن ۾ هن شيخ اياز کي وڏي شاعر ۽ عالم ڪانسواءِ سنڌي ادب جو وڏي ۾ وڏو ڪهاڻيڪار بہ مڃيو آهي.

آخر ۾ آئون سنڌي ادبي سنگت ـ نوان جتوئي جي سيڪريٽري عزيز پنهور ۽ ٻين دوستن جو ٿورائتو آهيان جنهن هن ڪتاب کي ڇپرائڻ لاءِ سهڪار ڪيو. ان ڪانسواءِ محترم بدر ابڙي جو بہ ٿورو مڃڻ لائق آهي جنهن هڪڙي فون ڪرڻ تي ٽائٽل لاءِ جمال ابڙي جي تصوير مهيا ڪري ڏني. اسان کي اميد آهي تہ ڪويتا پبليڪيشن جي پليٽ فارم تان روايتي ڪتاب ڇپرائڻ بدران تخليقي ڪتاب پيش ڪرڻ تي پڙهندڙن کي سرهائي محسوس ٿيندي.

ـ موهن مدهوش

# ليکڪ پاران

**جمال ابڙو** سنڌي ٻوليءَ جو سرموڙ ليکڪ آهي، هُو جديد سنڌي ڪهاڻي جي باني منجهان هڪ آهي. هن زندگيءَ ۾ مقدار جي حوالي سان ٿلهي اُٿ ڪتابن جا نہ لکيا هُجن پر اها پڌري حقيقت آهي تہ هن جيترو ۽ جيڪي ڪجهہ لکيو آهي، اهو ضمير جي سچائي سان ۽ فڪري ۽ فني طرح اعليٰ معيار جو لکيو آهي. اهو ئي سبب آهي جو جمال ابڙي ڪانسواءِ اڄ جديد سنڌي ڪهاڻيءَ جو تصور اڌورو آهي. جمال ابڙي جي تخليق ڪيل بي مثال ڪهاڻين جي فني ۽ فڪري سونهن جو اثر سندس همعصرن تي بہ آهي تہ ان کان پوءِ ايندڙ ڪهاڻيڪارن تي پڻ نظر اچي ٿو ۽ ايندڙ وقت جا ڪهاڻيڪار پڻ هن جي فن ۽ فڪر مان ضرور فائدو وٺندا. ان ڪري جمال ابڙي جي افساني جي فن ۽ فڪر تي تحقيق ڪرڻ سان سنڌي ڪهاڻي جي لاءِ نيون راهون ۽ نوان رستا کلندا.

ان سلسلي ۾ مون پڻ ايم اي (فائنل) ۾ سنڌي ادب جي شاگرد جي حيثت سان هيءَ نماڻي ڪوشش ڪئي آهي جيڪا ڇيڇجي اوهان جن هٿن تائين پهچي رهي آهي.

مون جڏهن 1993ع ۾ پنهنجن دوستن جي مشوري سان جمال ابڙي جي ڪهاڻين تي لکڻ لاءِ شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ميرس جي سنڌي شعبي جي چيئرمين ملڪ نديم کان اجازت گهري تہ پاڻ وڏي خوشيءَ سان ان موضوع تي لکڻ جي منظوري ڏنائين ان لاءِ سندس رهنمائي ۽ همت افزائي لاءِ ٿورائتو آهيان.

ان ڪانسواءِ سنڌي شعبي جي مانوارن استادن، ڊاڪٽر ادل سومري ۽ اياز گل جا تہ وَڏَ وسارڻ جا نہ آهن، جيڪي سدائين مون سان سهڪاري رهيا. خاص ٿورا سائين مير محمد پيرزادي صاحب ۽ تاج جويي جا جن وقت بوقت پنهنجن مصروفيتن مان وقت ڪڍي، هن مونوگراف جي سلسلي ۾ ڪارائتيون صلاحون ۽ مشورا ڏنا. آءٌ نهايت ٿورائتو آهيان، سائين جمال ابڙي صاحب جو، (جيڪو اڄ هن دنيا ۾ نہ آهي) جنهن انهن ڏينهن ۾ پنهنجو قيمتي وقت ڪڍي هن مونوگراف جي سلسلي ۾ مون کي انٽرويوءَ جي صورت ۾ ڪافي معلومات ڏني. جنهن معلومات ڪانسواءِ منهنجو مونوگراف يقيناً اڌورو رهجي وڃي ها.

اهو انٽرويو ڪتاب جي آخر واري ڀاڱي ۾ ڏنو ويو آهي.
بدر ابڙي صاحب جي لاءِ ڇا چئجي:

**جهڙو پُنهون پاڻ، تهڙي سڻاءُ ساٿ جي** (شاهه لطيف رح)

هن ڪتاب جي مُهاڳ لکڻ لاءِ آءُ سائين شوڪت شوري جو تمام گهڻو ٿورائتو آهيان.

سيد مُنير حسين شاهه ذاڪري، فيض پيرزادي، اسلم عباسي، ڀاءُ محمد عرس جتوئي، حبيب الله خاصخيلي، رڪيل مورائي، حق نواز ميمڻ ۽ ٻين انهن سمورن دوستن ۽ ساٿين جو پڻ ٿورائتو آهيان، جن هن مونوگراف لکڻ جي سلسلي ۾ ڪتاب اخبارون، رسالا ۽ ٻيو مواد مُهيا ڪرڻ ۾ مون سان ساٿ ڏنو. هيءُ مونوگراف ٻارهن سال اڳ لکيو ويو. وقت ڪافي بدلجي چُڪو آهي ۽ پُلن هيٺان گهڻو پاڻي وهي چڪو آهي پر تنهن هوندي به اجا ويل هٿن مان وئي نه آهي، ۽ هن تحقيقي ڪم جي مڪمل صورت ۾ ڇپجڻ جي اهميت اڄ به اوتري آهي جيتري اڳ هئي. هن مونوگراف جون اهم ڳالهيون ان دور ۾ ڀاءُ انور ابڙي قرب ڪري "سارس" رسالي ۾ ڇپيون ۽ شاهه لطيف يونيورسٽي خيرپور جي سنڌي شعبي ٽماهي جرنل ۾ پڻ شايع ڪيون.

هن ڪتاب ۾ **"جمال ابڙو ۽ جديد سنڌي ڪهاڻي"** ۾ مونوگراف ڪانسواءِ يادگار انٽرويو، چونڊ ڪهاڻيون ۽ بدر ابڙي جو لکيل پروفائيل ڏنا ويا آهن ته جيئن جمال صاحب جي شخصيت ۽ فن پڙهندڙن جي آڏو اجاگر وڌيڪ واضح ٿئي.

آخر ۾ سنڌي ادبي سنگت نوان جتوئي ۽ ڪويتا پبليڪيشن حيدرآباد جي موهن مدهوش جو پڻ ٿورائتو آهيان، جن جي سهڪار ڪانسواءِ هوند ڪتاب ڇپجي نه سگهي ها. اڳواٽ ٿورا انهن پڙهندڙن جا جيڪي اميد ته پنهنجو قيمتي وقت ڪڍي هن ڪتاب کي پڙهندا ۽ ليکڪ کي پنهنجي راءِ کان ضرور آگاهه ڪندا.

ٿورا نه ٿورا، مون تي ماروئڙن جا،
پلايون ۽ پيرا، ڳڻي ڳڻيندس ڪيترا.

(شاهه لطيف رح)

ادريس جتوئي

# ٻه اکر

محترم محمد ادريس جتوئي منهنجي ڪهاڻين متعلق مواد گڏ ڪري وڏي محنت ۽ محبت جي اظهار ڪانپوءِ لکيو آهي ته مان ان بابت ٻه اکر لکي موڪليان. هڪ ته صرف لکي اڻائين سارا‎ﮬ ستم بالائي ستم اهو ته مان خود پنهنجي سر ان متعلق لکان. مونکي ته حياءُ ٿو اچي. هڪ ته لاڏو ڪي مهري ڪيو وڃي مٿان وري حڪم اهو ته چئه ته مان مهري آهيان لاڏو ناهيان.

ڪيترن صاحبن منهنجي سخت مخالفت ڪئي هوندي. مثلاً: محترم رسول بخش پليجي جهڙي اڻارٿي، مرحوم حفيظ شيخ جهڙي پياري ماڻهو ۽ بيگم شمس صديقي جهڙي بي لاگ شخصيت. انهن ڊينگ اديبن جا ويچار ٻه لکجن ها ته پوءِ مزو ٿئي ها.

هي جو دنيا جي هيڏن سارن وڏن ماڻهن، اديبن ۽ نقادن جا رايا لکيا ويا آهن انهن کي ته مان سچاڻان ئي ڪونه. نڪي هو مونکي سڃاڻن. سو ان لاءِ ڇا چئجي مون ته نه اهي پڙهيا هئا نه پڙهيا اٿم. نڪي پڙهندس. حياتي گذري وئي. هاڻي کهڙا پڳل ڪُني کي ڪنارا پوندا. مان جوئي آهيان سوئي آهيان. جيڪي وٽيوَ سو چئو.

ادب بابت فلاڻي صاحب هيئن چيو آ فلاڻي صاحب هوئئن چيو آهي، مان ڇا چوان، مون وٽ ته ادب جي هڪ ئي ڊيفينيشن آهي. "امر بالمعروف نهي عن المنڪر" چڱائيءَ لاءِ چوندا اچو بڇڙائي يا برائي کان منع ڪندا اچو. ادب جا ٻيا سڀ مذڪور گهٽو ئي عاليشان آهن پر هن آڏو هيچ آهن. پلي ترقي پسند هجن. جديديت پسند هجن يا ماڳهين دقيانوسي هجن. هن واڳ ۽ مهار کان جند ڇڏائي ڪو نه سگهندا. باقي برائي ڇا آهي چڱائي ڇا آهي. اهو تمام اڻانگو مسئلو آهي. ڪوئي حل ڪري ڪو نه سگهندو. چڱائي ۽ برائيءَ ۾ جو تند برابر فرق آهي ان کي پروڙڻ ڪنهن تندبو توپڻ (مون جهڙي) جي مجال ناهي.

کوھ ٹو ڪاگر ڪورئين، وينو وڃائين مس
ڏور تيائين ڏس، اڪر جيائين جڙيا. (شاھ)

ايڏو ڏور ڏسڻ، ھر ڪنھن جي پلئہ پوڻ جو تہ ڪو نہ آھي، تنھنڪري وري بہ شاھ سائين جي بيتن تي اڪتفا ٿو ڪريان.

مروٺان، موران، پکٽا، وائي ٻي مَ پل،
ھو ھلا چو ھل، باالله سندو سڄٽين.

سو پرين سو پساھ، سو ويري سو واھرو، انھيءَ ڪيفيت جو ڪجھ ذڪر مون پنھنجي ڪتاب پشو پاشا جي انتساب ۾ ڪيو آھي. پر انتساب پڙھڻ لاءِ ٽائم ڪنھن وٽ آ؟

پاٽھئين جل جلال، پاٽھئين جان جمال،
پاٽھئين صورت پرين جي، پاٽھئين حُسن ڪمال،
پاٽھيئن پير مريد ٿئي، پاٽھئين پاڻ خيال،
سڀ سپوئي حال، منجھان ئي معلوم ٿئي. (شاھ)

نڪا ڪن فيڪون ھئي، نڪو لڳ لحم،
ٻٽيو ھو نہ بت ۾، ا جا ڪي آدم،
مون توھين سين سڱ، اھا ساڃاھ سپرين. (شاہ)

جمال ابڙو
28-09-2001
ڪراچي.

# مهاڳ

ادريس جتوئيءَ جو تحقيقي مقالو "جمال ابڙو ۽ جديد سنڌي ڪهاڻي ايم-اي سنڌي (فائنل) جي لاءِ مونوگراف طور لکيل آهي. شايد مونوگراف جي ضرورتن ۽ لوازمات جي ڪري هن ڪي جمال ابڙي تي لکڻ ڪان اڳ تمهيد طور ادب جي وصف، ڪهاڻيءَ جي وصف ۽ سنڌي ڪهاڻيءَ جي تاريخ تي پڻ لکڻو پيو آهي. ان ڪانپوءِ باب ٻيون ادبي تحريڪن، رجحانن ۽ لاڙن بابت آهي. ٽئين باب ۾ جمال ابڙي جي دور جي ڪهاڻيڪارن جو تفصيلي جائزو ورتو ويو آهي. مونوگراف جي باقي اڌ حصي ۾ فقط ٻه باب جمال ابڙي تي لکيل آهن.

تمهيد طور لکيل پهريان ٽي باب خاص طور سنڌي ادب جي شاگردن جي لاءِ نهايت ڪارائتا آهن. انهن ۾ ادب ۽ مختصر ڪهاڻيءَ تي عمومي طور ورهاڱي کان اڳ ۽ پوءِ واري دور جي سنڌي ڪهاڻيءَ ۽ ڪهاڻيڪارن بابت خصوصي طور چاڻ ۽ اهم معلومات ڏني وئي آهي. جيتوڻيڪ ان سلسلي ۾ ٻين ليکڪن ٻه گهڻو ڪجهه لکيو آهي، جن جا حوالا ادريس جتوئيءَ پنهنجي مقالي ۾ ڏنا آهن.

ادريس جتوئيءَ جي مقالي جو اصل موضوع "جمال ابڙو ۽ سندس ڪهاڻيون" آهن. هن جمال ابڙي جي ڪهاڻيءَ جي فن ۾ موضوع، ٻوليءَ، ڪردارنگاريءَ، اسٽائل ۽ سماجي شعور جو مختصر جائزو ورتو آهي، جنهن ۾ جمال ابڙي بابت ٻين ليکڪن جا رايا پڻ شامل ڪيا ويا آهن. جمال ابڙو، نه رڳو پنهنجي دؤر جو، پر مجموعي طور سنڌي ڪهاڻيءَ جو تمام وڏو ليکڪ آهي. سندس ڪهاڻيءَ جي فن ۾ ايتري وسعت ۽ گهرائي آهي، جو انهن خوبين جي مختلف پهلوئن تي تفصيل سان لکڻ جي ضرورت آهي.

ٻين ٻولين جي ڪهاڻيڪارن جي فن تي ڪيترائي تحقيقي مقالا ۽ ڪتاب لکيا ويا آهن. سنڌي ٻوليءَ ۾ پنهنجن ڪهاڻيڪارن تي هلڪن سلکن مضمونن لکڻ کانسواءِ باقي وڏيڪ محنت ڪري ڪنهن ٻه ڪهاڻيڪار تي

تفصيل سان تحقيقي مقالو ڪو نہ لکيو ويو آهي. سنڌي ڪهاڻيءَ تي هڪ اڌ ايم-فل يا پي ايچ-ڊي جون ڪجهہ ٿيسز لکيون ويون آهن، پر مون کي ڪا اهڙي ٿيسز ڪا نہ ٿي سُجهي، جيڪا ڪنهن خاص سنڌي ڪهاڻيڪار تي لکي وئي هجي. ادريس جتوئيءَ جي هيءَ ڪاوش، ان لحاظ کان قابل قدر آهي. ايم-اي جي مونوگراف جي لاءِ جنهن موضوع تي لکڻ جي هن چونڊ ڪئي، اهو هڪ سنڌي ڪهاڻيڪار بابت آهي. هن سنڌي ادب جي شاگردن جي لاءِ هڪ رستو کوليو آهي تہ اُهي سنڌي ڪهاڻيڪارن جي فن تي تحقيقي مقالا لکي، ان کوٽ کي پورو ڪن، جيڪا هن وقت موجود آهي.

مقالي کان سواءِ هن ڪتاب جي ٻي خاص اهميت اها آهي تہ ان ۾ ڪجهہ ضميما بہ شامل آهن، جن ۾ جمال ابڙي جو انٽرويو، جيڪو ادريس جتوئي سنڌس ڪهاڻين بابت ورتو هو ۽ ان سان گڏ جمال ابڙي جي زندگيءَ جو احوال پڻ شامل آهن. هي سمورو مواد جمال ابڙي تي آئيندي ٿيندڙ تحقيق لاءِ نهايت ڪارآمد ثابت ٿيندو.

شوڪت حسين شورو
انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي،
ڄامشورو.

# اڃا رُڃ مان رڙ اچي ٿي ......

محترم محمد ادريس جتوئيءَ جي اسرار تي سندس مونوگراف (Monograph) جيڪو هن صاحب شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپورميرس مان ايم.اي (سنڌي) ڪرڻ وقت چوٿين پيپر بجاءِ لکي پيش ڪيو هو. سو نظر مان گذريو جيڪو سال 94-1993ع ۾ لکي جمع ڪرايو ويو هو. مختلف لساني، ادبي، شخصيتن متعلق توڙي ماڳن مڪانن تي تحقيقي ڪم جيئن ته ٿئي پيو يا ايئن ڪٿي چئجي ته جيترو ٿيڻ کپندو هو، اوترو ڪو نه پيو ٿئي. ان ڪري يونيورسٽين پنهنجي طور تي ايم.اي (M.A) جي ڪورسن ۾ اها گنجائش رکي آهي ته آخري سال ايم.اي فائنل (M.A. Final) ۾ ٿي پيپر ۽ چوٿون مضمون يا مونوگراف ڪنهن به لساني، ادبي، تنقيدي ۽ تحقيقي موضوع تي، ماڳن مڪانن يا شخصيتن تي لکي پيش ڪري سگهجي ٿو. ته جيئن اهم ڪم ڪنهن فنڊن جي گهٽتائيءَ سبب پوئتي رهجي نه وڃي. ان حساب سان هر سال مختلف موضوعن تي اهڙا تحقيقاتي مونوگراف (Monographs) ۽ ٿيسز لکبيون ۽ پيش ٿينديون رهن ٿيون. جيڪو تمام نيڪ ڪم آهي ۽ ساراهڻ جوڳو پڻ آهي. پر وري به بدقسمتي اها ٿي وڃي ٿئي ته يونيورسٽين جي مختلف شعبن (Departments) وٽ ايترا فنڊ ميسر ناهن جو اهي هر سال لکيل اهڙيون ٿيسز يا مونوگراف واري واري يا اهميت سارو ڇپائي پڌرا ڪري سگهن. ان لاءِ اهو اهڙو گرانقدر ڪم وري به فائيلن جي زينت بڻجيو وڃي ۽ منظر تي اچي نه ٿو سگهي. جنهن مان گهٽي ڪان گهٽا ماڻهو استفادو حاصل ڪري سگهن ۽ سنڌن تحقيقي ڪم ۾ اهو پڻ هڪ حوالي طور ڪم اچي سگهي. چون ٿا ته اهڙو ئي هڪ اهم مونوگراف محترم شمشيرالحيدريءَ جو "سنڌي نظم جي اوسر" تي لکيل هو. جيڪو ڇپجي منظر تي اچي نه سگهيو پر اڳتي هلي هن صاحب پاڻ ڇپائي پڌرو ڪيو پر خوشقسمتيءَ سان تاج جويي صاحب جو اهڙو مونوگراف جيڪو "سنڌي گيت" جي اوسر تي لکيل هو، جيڪو انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي پاران ڇپجي چڪو آهي. اهڙين ٿيسز يا مونوگراف جي لکجڻ ۽

چيچڻ سان هڪ طرف تہ اهي تدريسي سلسلي ۾ شاگردن لاءِ گڏ ٿيل اهم دستاويز بڻجن ٿا جيڪي موضوع طور رهنمائي پڻ ڪري رهيا آهن. ان لاءِ جيڪڏهن ڪي ادارا يا مخير حضرات اڳتي اچن ۽ هن مقدس ڪم ۾ پئسي حرچ ڪرڻ جي حوالي سان مدد ڪن تہ سنڌي ادب جو اهو دستاويزي ذخيرو بہ هوند چيچي منظر تي اچي وڃي ۽ اسان جي گهڻ طرفي رهنمائي ڪري سگهي.

مون جڏهن هن ٿيسز ۾ اهو پڙهيو تہ محترم جمال ابڙي جي ڪهاڻيءَ جي فن تي لکڻ ۽ تحقيقات ڪرڻ گهرجي، ان جي ڪيتري اهميت ۽ ضرورت آهي، جنهن کي نظر ۾ رکندي شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ميرس جي سنڌي شعبي (Department) طرفان محترم محمد ادريس جتوئي صاحب کي ان موضوع تي ايم.اي. سنڌي (فائينل) جي پورائي وارو تحقيقاتي مونوگراف (Monograph) لکڻ جي اجازت تہ ملي، پر ان تي ٿيل اهو ايڏو وڏو ڪم فنڊن نہ هئڻ ڪري وري بہ يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي جي تہ خاني جي نظر ٿي ويو تہ تمام گهڻو افسوس ٿيو. پر پوءِ جڏهن جتوئي صاحب (هن مونوگراف جي ليکڪ) ٻڌايو تہ هو اهو مونوگراف ڇپرائي رهيو آهي تڏهن ڏاڍي خوشي ٿيم تہ اهو محنت ۽ جانفشانيءَ سان ڪيل تحقيقاتي ڪم تہ منظر تي اچي وڃي ۽ ان مان ماڻهو ڪو فائدو وٺي سگهن. ان لاءِ جيڪڏهن ڪنهن اداري حامي ڀري آهي تہ اهو بہ جس لهڻي ٿو پر جيڪڏهن ڪنهن فرد اهو ڪم ڪرڻ جو سوچيو آهي ان کي بہ سلام ڪرڻ کان رهي نہ ٿو سگهجي.

مون کي ادبي ماڻهو هئڻ جي ناتي اهو اعزاز حاصل رهيو آهي تہ الائي ڪيترن دوستن جون اهڙيون ٿيسز /دستاويزي شيون منهنجي نظر مان گذريون آهن. هر ڪنهن پنهنجي وس آهر مليل موضوع سان نباهہ ڪرڻ جا جتن پئي ڪيا آهن. پر پوءِ بہ جيئن تہ هيءُ تڪڙ جو دؤر آهي، سولائيءَ واري ڪم ۾ هٿ وجهڻ جو دؤر آهي، گهٽ محنت سان ڪم اڪلائڻ جو دؤر آهي، يعني سهل پسنديءَ وارو (Short cut) دؤر آهي. جنهن ڪري ڪيترن دوستن کي نهيل نڪيل مضمون ڳولڻ جي تلاش ڪرڻ جي لڳي پئي هوندي آهي تہ جيئن گهٽ مطالعي ۽ بنا نور نچوئڻ جي نهيل نڪيل مواد مان ڪم ٿپائجي. نتيجي ۾ سِندن ڪم نئون لکيل نہ پر نئين ترتيب ڏنل لڳندو آهي. ان جي ابتڙ هن مونوگراف لکڻ لاءِ محترم محمد ادريس جتوئيءَ ڪهاڻيءَ جي تاريخ، ادب ۾ ڪهاڻيءَ جي اهميت، جمال ابڙي کان اڳ وارن ڪهاڻيڪارن، جمال ابڙي جي

همعصر ڪهاڻيڪارن ۽ جمال ابڙي جي پيش رُو ڪهاڻيڪارن وارن موضوعن تي تمام محنت ڪري، بي ريائيءَ سان انهن جو تقابلي جائزو ورتو آهي. خاص طور تي جمال ابڙي جي همعصر ڪهاڻيڪارن تي جنهن انداز سان تبصرو ڪيو اٿائين، اهو مختصر هوندي بہ مڪمل تبصرو آهي. جنهن ۾ انهن ڪهاڻيڪارن جي فن بابت چڱي چوکي ڄاڻ مهيا ڪري رهيو آهي. ان سان گڏوگڏ هن جمال ابڙي جي تفصيلي ڄاڻ سان ڀرپور ۽ گهڻ طرفائين معلومات واري انٽرويو ڏئي سموري ڪسرَ پوري ڪري ڇڏي آهي: ڇو تہ جمال ابڙي متعلق محمد ادريس جتوئي، محمد ابراهيم جويو يا رسول بخش پليجو ڇا ٿو لکي، اها ٻي ڳالهہ آهي پر پنهنجيءَ شخصيت متعلق خود جمال ابڙو پاڻ ڇاٿو چوي، اها هڪ تصديق شده (Athenticated) راءِ آهي. ان اڻ ڇپيل انٽرويوءَ ۾ جمال ابڙي تمام گهڻين ڳالهين جا انڪشاف ڪيا آهن ۽ تفصيل ٻڌايا آهن. جن ڪانسواءِ جمال ابڙي بابت ڪو رايو جوڙڻ يقينن اڻپورو ۽ اڌورو ٿئي ها.

ان ريت هن مونو گراف منجهان گهڻ ۾ گهڻ هنن ڳالهين جي ڇنڊڇاڻ ٿي وئي آهي تہ:

1. جمال ابڙي ڪهڙن ٻاهرين ۽ ڪهڙن مقامي ڪهاڻيڪارن کان متاثر ٿي ڪهاڻيون لکيون.
2. جمال ابڙي پنهنجي ڪهاڻيءَ جي منفرد اسٽائيل ڪيئن جوڙي.
3. جمال ابڙي جي سنڌي نثر ۾ اها ڪهڙي ڳالهہ آهي جو اهو خوبصورت لفظن جي، تشبيهن ۽ رنگينيءَ جي استعمال کان سواءِ بہ ايترو متاثر ڪندڙ لڳي رهيو آهي.
4. جمال ابڙي پنهنجي ڪهاڻين جي پلاٽن ڪي ڪٿان ڇونڊيو آهي.
5. جمال ابڙي جو نظرياتي لاڳاپو ۽ ڳانڍاپو ڪنهن سان هئو.
6. جمال ابڙي اڳيان ادب جو / ڪهاڻيءَ جو سماجي ڪارج ڇا هو.
7. جمال ابڙي اڳيان ڪهاڻيءَ جي سنائيءَ لاءِ ان جون فني تقاضائون، تخليقي مواد ۽ سماجي شعور جو گڏ هئڻ ڪيئن لازم و ملزوم هئو ۽ پاڻ ان سان ڪيتري قدر نباهہ ڪيو اٿائين.
8. اڄ جي ڪهاڻيڪار اڳيان، جمال ابڙي جي پسمنظر جي لحاظ کان اڄ ڪهڙن مسئلن ۽ معاملن جي ڪري ڪهاڻي ان اوچي پد جي نہ سرجي رهي آهي. ان ڪي ان ٻڌتر واري ماحول مان اڄ جو ڪهاڻيڪار ڪيئن ٻاهر ڪڍي سگهي ٿو وغيره.

اميد تہ هيءُ ڪتاب سنڌي ادب جي مجموعي طور تي ۽ ڪهاڻيءَ جي مخصوص طور تي، ايتري تہ ڄاڻ مهيا ڪرڻ جو سبب بڻبو، جهڙيءَ اڳ ۾ ڪو بہ ڪتاب يا ان قسم جو دستاويز شايد ئي بڻجي سگهيو هجي. ان سان گڏوگڏ اسان کي هن ڪتاب جي محترم ليکڪ منجهان اجا بہ اميدون آهن تہ هو صاحب ان موضوع تي يا ادب جي ٻئي ڪنهن ڳنڀير موضوع تي جيڪڏهن پي.ايڇ.ڊيءَ جي ٿيسز ان قسم جي محنت سان ڏيندو تہ اها يقينن ڊاڪٽر الهداد ٻوهئي جي ٿيسز "سنڌي ٻوليءَ جو سماجي ڪارج"، ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جي ڪتاب "لوڪ ادب جو ارتقائي جائزو" ۽ ڊاڪٽر اياز قادريءَ جي "سنڌي غزل جي ارتقا" جهڙن ڪتابن جون سڪون لاهيندي. اهڙين سڦل ڪاوشن کي ڏسي اميد جاڳندي آهي تہ سنڌ ان ڏس ۾ سُجي ڪانہ ٿي آهي، پر اجا سُکي ستابي آهي.

اجا رڃ مــان رڙ اچي ٿي، اچي ٿـي،
متان ايئن سمجهين مئا مور سارا. (اياز)

مير محمد پيرزادو

# جمال ابڙي جا افسانا ۽ ڪردار

جمال ابڙو، ادب ۽ علم ۾ دانشورانه حيثيت حاصل ڪري چُڪو آهي. هر موضوع تي سندس رايو ۽ خيال سموري قوم لاءِ رهبر جي ڏس جهڙو ٿي سگهي ٿو. ترقي پسند / جديد مختصر ڪهاڻيءَ جو اهو خالق جيڪو هر دور ۾ ڪهاڻي پڙهندڙ کي متاثر ڪندو رهندو. سماج ۾ جيستائين هيٺئين طبقي جي مجبوري، مظلومي ۽ مٿئين طبقي جو ظلم ۽ زيادتي رهندي. ايستائين جمال ابڙي جا افسانا ۽ انهن جا ڪردار پڙهندڙن کي پنهنجا ۽ پنهنجي دنيا جا لڳندا ۽ اهي انسان ۾ مثبت احساس پيدا ڪندا رهندا. نوجوان ليکڪ ۽ ادبي ڪارڪن ادريس جتوئي، ادبي پولي ۽ علمي چنڊ ڇاڻ جي حوالي سان جمال ابڙي تي لکڻ جي سُني ڪوشش ڪئي آهي.

جيتوڻيڪ جمال ابڙو اسان جو اهو اديب، ڪهاڻيڪار ۽ دانشور آهي، جو ان تي لکڻ لاءِ زندگيءَ جي مڙني ۽ علمن جو تمام گهڻو مطالعو هئڻ ضروري آهي، پوءِ به هن نوجوان چڱو مقالو لکيو آهي.

**ملڪ نديم**

چيئرمين،

سنڌي شعبو،

شاه عبداللطيف يونيورسٽي،

خيرپور، سنڌ



# جمال ابڙي جي ڪهاڻين جو تفصيلي اڀياس

ادريس جتوئي، نئين ٽهيءَ جو روشن خيال ۽ سچاڻ شاعر ۽ نثر نويس آهي. هن ايم اي (سنڌي ادب) جي ٿيسز طور مختصر سنڌي ڪهاڻيءَ جي سگهاري ليکڪ محترم جمال ابڙو تي مونوگراف لکيو آهي. جيڪو مختلف ادبي پهلوئن سان گڏ محترم جمال ابڙي جي ڪهاڻين جي تفصيلي اڀياس تي ٻڌل سگهارو تحقيقي ڪم آهي. ڪنهن سنڌي نوجوان طرفان روايتي موضوعن کان هٽي هڪ نرالي موضوع تي ڪيل ڪم نهايت اهميت جوڳو آهي. هن مونوگراف جي شايع ٿيڻ سان سنڌ جا ٻيا نوجوان بہ اهڙي تحقيقي ڪم ڪي پڙهي اتساهہ وٺي سنڌ جي ٻين معتبر شخصيتن جي تحريرن تي بہ اهڙو ڪم ڪري سگهندا. جيئن اسين ويهين صديءَ ۾ سرجيل سنڌي ادب کي ڪنهن حد تائين سهيڙڻ ۾ ڪامياب ويون. جيڪڏهن سنڌ جا علمي ۽ ادبي ادارا "ويهين صديءَ جو سنڌي ادب" جي عنوان سان سنڌي ادب کي ترتيب ڏين تہ هوند اهو سنڌ عظيم ڪارنامو ليکبو.

انور ابڙو

(نوجوان ڪهاڻيڪار ۽ صحافي)



# جمال ابڙو

## بايو ڊيٽا

**نالو:** جمال الدين ابڙو.

**والد جو نالو:** علامہ علي خان ابڙو.

**پيدائش جي تاريخ:** 2 مئي 1924ع (27 رمضان).

**ڳوٺ:** سانگي، تعلقو ميهڙ (تڏهن ضلعو لاڙڪاڻو).

**پرائمري تعليم:** ڳوٺ منگواڻي تعلقو ميهڙ ۽ ميونسپل پرائمري اسڪول لاڙڪاڻو.

**هم ڪلاسي دوست:** الله بخش "انيس" انصاري، دوست محمد ابڙو، عباس شيخ، آنند لال تولاڻي.

**هاءِ اسڪول:** گورنمينٽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻو (39-1935) نور محمد هاءِ اسڪول حيدرآباد (40-1939)، گورنمينٽ مدرسہ هاءِ اسڪول ميرپورخاص (41-1940).

**مئٽرڪ:** 1948ع (بمبئي يونيورسٽي).

**ايل.ايل.بي:** شاهاڻي لا ڪاليج لاڙڪاڻو (يونيورسٽي آف سنڌ).

**رانديون:** ڪرڪيٽ، ٽينس، بيڊمنٽن ۽ شطرنج.

**لکڻ جي شروعات:** گورنمينٽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي ۾ پڙهائي، واري وقت ۾ئي "ڪهاڻي" لکڻ سان ۽ نورمحمد هاءِ اسڪول واري زماني ۾ "مضمون" لکڻ سان.

**پهرين ڇپيل ڪهاڻي:** "هو حر هو" (هفتيوار "طوفان"، حيدرآباد (1949).

**ڪاليج:** ڊي.جي. نيشنل ڪاليج حيدرآباد (42-1941).
بهاءُالدين ڪاليج جهونا ڳڙه (43-1942).
ڊي.جي. سنڌ ڪاليج ڪراچي.
شاهاڻي لا ڪاليج لاڙڪاڻو.

**سماجي خدمت:** بنگال جي ڏڪر دوران رضاڪاراڻي شرڪت ۽ خدمت (44-1943).

**"سنڌي ادبي سنگت" ۾ سرگرمي:** باني ميمبرن مان هڪ. جڏهن پهريون پيرو سنڌ مدرسي ڪراچي ۾ "سنڌي ادبي سنگت" جو ڪنوينشن سڏايو ويو. پوءِ تاج محمد ابڙي سان گڏجي لاڙڪاڻي ۾ سنگت جي شاخ قائم ڪيائين. نواز علي نياز، اياز قادري، هري دلگير، جمال الدين بخاري، انيس انصاري ۽ ٻيا ڪيئي مقامي ليکڪ ۽ ادبي دوست ساڻس گڏ هئا.

**"سچل اڪيڊمي" ۾ سرگرمي:** باني ميمبرن مان هڪ. جڏهن ان جي پهرين گڏجاڻي سندس ئي رهائشگاهه "مخدوم منزل" خيرپور ميرس ۾ ٿي. (60-1959).

**ادبي گڏجاڻيون:** "سنڌي ادبي سنگت" کان اڳ ترقي پسند اديبن جون گڏجاڻيون جيڪي ليسلي ولسن هاسٽل (جناح ڪورٽس) ۾ ٿينديون هيون، انهن ۾ حصو ورتائين. حشو ڪيولراماڻي، ڪيرت ٻاٻاڻي، گوبند پنجابي، سوڀو گيانچنداڻي، رام پنجواڻي، شيخ اياز، عبدالستار شيخ، سائينداد سولنگي ۽ ٻيا اديب شامل ٿيندا هئا.

**بين الاقوامي ڪانفرنس:** ائفرو ايشين رائٽرز ڪانفرنس الماتا (تڏهوڪي سوويت يونين ۾) سيپٽمبر 1974ع ان ڪانفرنس ۾ فيض احمد فيض، ڪامريڊ سجاد ظهير، عطر سنگهه ۽ اتم ٻه شامل هئا. (ان ڪانفرنس دوران ڪامريڊ سجاد ظهير دل جو دورو پوڻ سبب فوت ٿي ويو ۽ فيض صاحب سندس لاش سان گڏ دهلي هليو ويو، فيض جي غير موجودگي ۾ پاڪستاني وفد جي اڳواڻي ڪيائين).

**نوڪري ڪيريئر:** ايل.ايل.بي 1948ع ۾ ڪري لاڙڪاڻي ۾ پنهنجي پاءُ شمس الدين ابڙي سان گڏ وڪالت شروع ڪيائين.

51-1949ع تائين پوليس پراسيڪيوٽر. شهدادڪوٽ.

52-1951ع لاڙڪاڻي ۾ وڪالت.

1952ع ۾ پبلڪ سروس ڪميشن سب جج ڪري چونڊيو.

24 آڪٽوبر 1952ع تي ڪپري ۾ پهرين مقرري، ان کان پوءِ

سکر، شڪارپور، خيرپورميرس، سجاول، ٽنڊي الهيار، حيدرآباد ۽ ڪراچي ۾ مقرريون ٿيون ۽ سيشن جج جي عهدي تائين پهتو.

1972-78ع سنڌ اسيمبليءَ جو سيڪريٽري.

1978-80ع ليبر ڪورٽ جو جج.

1980-81ع ميمبر فيڊرل سروسز ٽربيونل، اسلام اباد.

1981-82ع رجسٽرار سنڌ هاءِ ڪورٽ.

1982-84ع ليبر ڪورٽ جو جج.

1984-85ع سنڌ اسيمبليءَ ۾ بيهر سيڪريٽري.

1985-86ع چيئرمين ائنٽي ڪرپشن اينڊ انڪوائريز ونگ سنڌ.

**رٽائرمينٽ:** 10 اپريل 1986ع:

**ڪهاڻين جا ترجما:** روسي، جرمني، اردو ۽ انگريزي ("پشو پاشا" پنجابيءَ ۾).

**سياست ۾ :** خاڪسار تحريڪ سان لاڳاپو.

**عملي شرڪت:** شروع ڪان وٺي "سنڌ هاري ڪاميٽي" ۽ لاڳاپيل پورهيت تنظيمون (شاگرديءَ جي زماني ڪان وٺي ڪامريڊ حيدربخش جتوئيءَ جي وفات تائين لاڳيتو هاري ڪاميٽيءَ سان دلچسپي ۽ عملي سهڪار).

**ڇپيل ڪتاب:**

1. "پشو پاشا" (افسانن جو مجوموعو) چار ڇاپا. (سڀ کان پهرين "زندگي پبليڪيشن" حيدرآباد پاران 1959ع ۾ حميد سنڌيءَ شايع ڪيو).
2. "جمال ابڙو ڪهاڻيون، مضمون، شخصيت" سنڌ ثقافت کاتو 1992ع.
4. آتم ڪهاڻي (ڇئن ڀاڱن ۾)
   - "ڏسي ڏوهه اکين سين"
   - "اونهي ڳالهه اسرار جي"
   - "لوهر ۾ ڳاڙها گل"
   - "ايندو نه وري وڻجارو"
4. حُسن ڪارڪردگي جو صدارتي ايوارڊ 1994ع.

**وفات جي تاريخ:** 30 جون 2004ع.

***

# جمال ابڙو مورچي ۾ بينل سپاهي

جمال ابڙي سان منهنجو ڪو هڪ رشتو نہ آهي ۽ نہ وري مون ڪڏهن ايئن محسوس ڪيو تہ هن شخص انهن گهڻن رشتن سبب مون سان ڪا خاص رعايت ڪئي آهي. هائو! ايئن ضرور ٿيو هوندو تہ اولاد جي تربيت واري ذميواريءَ هيٺ هن هڪ گهڙيءَ لاءِ بہ مون کي اڪيلو نہ ڪيو.

جمال ابڙو منهنجو پيءُ آهي ۽ آدرشي پيءُ آهي. گهر ۾ ڪنهن جي بہ طبيعت خراب ٿي تہ سڀ ڪان گهڻي ڳڻتي ڪيس ٿيندي ۽ جيڪڏهن پاڻ کي ڪا تڪليف ٿيندس تہ ٻڙڪ ٻاهر نہ ڪڍندو اسان پيا پڇنداسون بابا طبعيت ڪيئن آهي. ڇا ٿا محسوس ڪيو؟" چوندو ڪجهہ بہ نہ سڀ ٺيڪ آهي، مڙئي ٿورڙو هيئن آهي يا ٿورڙي فلاڻي تڪليف لڳي ٿي. خبر تڏهن پوندي جڏهن ڊاڪٽر ايمبولنس گهرائي ۽ ڪيس ڪارڊيو ويسڪيولر وٺي ويندو آهي. هن شخص پنهنجي سڄي حياتيءَ ۾ پنهنجن ذاتي تڪليفن کي ڪڏهن بہ ظاهر نہ ڪيو آهي.

هو ايئن ڇو ٿو ڪري؟ ڇا هو سچ پچ ڪنهن کي پريشان ڪرڻ نٿو گهري يا اها سندس پراڻي عادت آهي. مان اڃ تائين فيصلو ڪري نہ سگهيو آهيان. البت اهو ضرور سمجهان ٿو تہ مشڪل وقت ۾ جمال ابڙو عام ماڻهو نہ هوندو آهي. مون کيس ڪارڊيوويسڪيولر جي ايمرجنسي سينٽر ڏانهن اسٽريچر تي ويندي ايئن ڏٺو آهي جيئن ڪنهن ننڍڙي ڦٽ ڦرڙيءَ جي آپريشن لاءِ آپريشن ٿيئٽر ويندو هجي! جمال ابڙو پنهنجي هر ڪردار ۾ موجود آهي تڪليف کي منهن ڏيڻ جو اهو انداز مون کي ڪهاڻي "ڪارو پاڻي" جي ڪردار سومر جهڙو لڳندو آهي. هونئن بہ اهو سچ آهي تہ فنڪار تصوير پنهنجي ناهيندا آهن. البت مهانڊا ٻين جا هوندا آهن. مون تہ هميشہ ايئن محسوس ڪيو آهي تہ هو پنهنجي هر ڪهاڻي ۾ يا تہ پاڻ موجود آهي يا اهو ڪردار. سندس ايترو ئي ويجهو رهيو آهي. جيترو هن جي پنهنجي ذات.

ڏکئي وقت ۾ هو مورچي ۾ بينل سپاهيءَ وانگر لڳندو آهي. مون کي

ياد آيو تہ جڏهن مان مارشل لا جي دور ۾ سخت انٽروگيشن ڪانپوءِ جيل پهتو هئس ۽ جمال ابڙو پيءُ جي حيثيت ۾ مون سان جيل ۾ ملڻ آيو هو. هن اچڻ سان مبارڪون ڏنيون هيون ۽ هر پيري اسپيشل ملٽري ڪورٽ جي آڏو، اسان جو استقبال ائين ڪيو جيئن مون هڪڙي بدر ابڙي جو پيءُ نہ هجي پر سيني قيدين جو وڏڙو هجي. هو مٺ پڪوڙي هوا ۾ الاري اسان کي ٻڌائيندو رهيو تہ اسان پنهنجي واٽ تي صحيح آهيون.

جڏهن مان گرفتار ٿي منگهي پير واري ٿاڻي تي پهتس تڏهن کان اسان جي گهر ۾ بہ ڪهاڻيون شروع ٿيون. هڪ تہ اها آهي جيڪا توهان "جيل ڊائري" يا "آهيڙين جي اک ۾" جي عنوانن سان پڙهي چڪا آهيو. ٻي ڪهاڻي جمال ابڙي جي آهي تہ جڏهن هن اهو ٻڌو تہ سندس وڏو پٽ وحشتي سرشتي جي ور چڙهي ويو آهي ۽ ممڪن آهي تہ مارجي بہ ويو هجي! تڏهن هن ڇا ڪيو؟ اها ڇئن سالن تي ٻڌل ڏکي ڪهاڻي هڪ جدا ڊائريءَ جي شڪل وٺي سگهي ٿي جيڪڏهن جمال ابڙو چاهي تہ.

هن ڪيترن مارشل لا ايڊمنسٽريٽرن سان ۽ ڪيئن قانوني توڙي دليلن ۾ جهيڙا ڪيا. هيءُ شخص عدالت کان ٻاهر بغاوت جو هيءُ ڪيس ڪيئن وڙهيو ڪاش هو لکي سگهي يا ڪو ٻاڻ ڪي والنٽيئر ڪري اها ڊائري لکائي سگهي. مون تہ وڏا وس ڪيا آهن پر سندس هٿ سات نٿو ڏي.

جمال ابڙو بہ پيرا اسيمبليءَ جو سيڪريٽري ٿي رهيو، هاءِ ڪورٽ جو رجسٽرار ٿي رهيو ۽ اينٽي ڪرپشن کاتي جو چيئرمين ٿي رهيو. ان جي باوجود هو سڄي عمر مون کي اهو ٻڌائيندو رهيو آهي تہ ياد رکجانءِ تہ، "منهنجو پيءُ تنهنجي پيءُ کان وڏو ماڻهو هو." مون ٻڌو آهي تہ منهنجو ڏاڏو اسڪولن جو صاحب هو" هن ڪجهہ اهڙا ڪتاب لکيا هئا جيڪي مولوين کي ٻنهہ نہ وڻيا اڄان بہ سندس ڪي شاگرد سندس سڪ لاهڻ لاءِ جمال ابڙي يا مون سان ملڻ ايندا آهن. مان سمجهان ٿو تہ هو واقعي تمام وڏو ماڻهو هو.

جمال ابڙي جون 13 ڪهاڻيون پشو پاشا ۾ ڇپيون. تازي مجموعي ۾ چار بيون ڪهاڻيون بہ آهن، پر جمال ابڙي جو هڪ ڪردار اڄا بہ آهي. جمال ابڙي جو اهو ڪردار يا اها ڪهاڻي مان پاڻ آهيان. مان پاڻ بہ پشو پاشا جو هڪ ڪردار آهيان جنهن کي جمال ابڙو تخليق نہ ڪري چڪو آهي پر اهو پنهنجي دور جي ان حصي مان لنگهي رهيو آهي جيڪو گهٽو ڳتيل هوندو آهي.

ڏسجي تہ جمال ابڙو ان ڪردار کي ڪھڙي رخ تي آڻي بيھاري ٿو.

مان سمجھان ٿو تہ ھڪ سٺي پيءُ جي اھا سڃاڻپ آھي تہ ھو اولاد سان دوستاڻو ۽ استاد وارو تعلق رکي. جمال ابڙي اھي پٽي تعلق رکيا. ھن ڪڏھن بہ ائين نہ ڪيو تہ پنھنجا خيال، سوچون اسان جي ذھن ۾ زوريءَ Inject ڪري يا وري واڳون وجھي پنھنجي مرضيءَ سان موڙي. اھا بہ ڳالھہ آھي تہ ھو پنھنجي مرضي ضرور ٻڌائيندو آھي. پر ان تي عمل لاءِ مجبور ڪڏھن بہ نہ ڪندو آھي.

جڏھن مون پنھنجي زندگيءَ ۾ پھريون ڀيرو ناھيو تڏھن منھنجي عمر 12 يا 13 سال ھئي. بابا مون کي ھڪدم ع - ق شيخ مرحوم ڏانھن اماڻيو. جڏھن مون پھرين ادبي سٽ لکي تڏھن منھنجي عمر 19 سال ھئي. بابا منھنجي پٺي ٺپري ۽ پوءِ مون لکڻ شروع ڪيو. جڏھن مون پنھنجي پھرين ڪھاڻي سنڌي ادبي سنگت ۾ تنقيد لاءِ پيش ڪئي تڏھن 'ھو 1984ع جو سال ھو. پر منھنجي لاءِ ھيبت جي ڳالھہ اھا ھئي تہ ان ھيڏي ساري ميڙ جي صدارت جمال ابڙي پئي ڪئي. خبر ناھي تہ ان مھل جمال ابڙي پيءُ جي حيثيت ۾ ڇا محسوس ڪيو ھوندو پر مان پگھرجي ويو ھوس. صدارتي راءِ ڏيڻ مھل جمال ابڙي مون کي وڏن اديبن کي غور سان ۽ گھڻو پڙھڻ جي صلاح ڏني. اھا صلاح ھو سڀني نوجوانن کي ضرور ڏيندو آھي. اھو تہ آھي سندس تربيت ڏيڻ جو انداز. ھو پاڻ ھٿ سان وٺي نہ ھلندو آھي. دڳ ڏيکاري ڇڏي ڏيندو آھي.

جمال ابڙو ڪڏھن بہ بت پرست ناھي رھيو پوءِ ڪٿي اھو ڪنھن جو بہ ھجي. ھائو! ھن انھن سڀني فلسفين، فلسفن، رھبرن ۽ رھبرن جي محورن جو احترام ڪيو آھي جيڪي مادي پرست ھئا يا خيال پرست. مون ڏٺو آھي تہ ھن وڏ ۾ وڏ ان کي ڇاتيءَ لاتو آھي جنھن وٽ خلوص آھي. جمال ابڙو سوين ڀيرا پٺائيءَ جي درگاھہ تي ويو آھي. مخدوم بلاول ۽ دريا خان جي درگاھہ تي ويو آھي، حافظ شيرازيءَ جي مزار تي ويو آھي پر نادر شاھہ درانيءَ جي مقبري ۾ گھڙڻ جي دل نہ ڪيس، جنھن سنڌين جو ڪوس ڪيو ھو. جمال ابڙي کي ڪو ڪجھہ بہ چوي، سچل جي لفظن ۾ ھو "جوئي آھي سوئي آھي" پر مان بہ پنھنجي راءِ ڏيان تہ ھو بنيادي طرح شاھہ عنايت صوفيءَ واري سوچ جو تسلسل آھي.

منھنجو مشاھدو آھي تہ جمال ابڙو ڪاوڙ ۽ پيار جو ھڪ عجيب ميلاپ آھي. جڏھن ڪاوڙبو آھي تہ ڪاوڙ پي ويندو آھي، تمام گھڻو چڙندو تہ

چوندو. "ڪارو ٿس منهن!" يا وري چوندو ته. "مار! صفا ڪو ردي ماڻهو آهي!" جوانيءَ ۾ چڙ گهٽي هئس. هاڻي ڪو نه ڏيکاري ڪو ماڻهو ٻئي ماڻهوءَ جي تعريف ڪندو ته ٺڙي پوندو آهي پر ڪنهن جي پر پٺ گلا تي رت جو دٻاءُ وڌي ويندو اٿس. صفا چڙي پوندو آهي. ڪوشش ڪندو آهي ته ان محفل مان اٿي وڃي. موٺندي اندر جو اوبر ڪيندي چوندو آهي، "مار! ڪيڏو نه هلڪڙو ماڻهو هو. سامهون ويٺو ساراهه جا ڍڪ پريندس ۽ پر پٺ هيئن ..." اسان ڪي چاڪاڻ ته سندس طبيعت جي خبر آهي تنهنڪري اظهر. جمال ابڙي جو ٻيو نمبر پٽ آهي جنهن کي پا چي وانگر ڳڏ رهڻو پوي ٿو.

جمال ابڙو نه رڳو سٺو ڪهاڻيڪار، سٺو دوست ۽ سچاڻ انسان آهي پر هو هڪ سٺو منتظم ۽ رٽيندڙ به آهي. بابا کي پهريون ڀيرو هارٽ اٽيڪ 1986 ۾ ٿيو. تڏهن منهنجي عمر 14 سال هئي ۽ مان گهر ۾ وڏو هوس. تڏهن بابا حيدرآباد ۾ جج هو ۽ مان ماڊل اسڪول ۾ پڙهندو هوس. بابا مون کي رڪشا ڊرائيوري سيکاري ۽ مون کان بس ڪنڊيڪٽري به ڪرائي، صرف ان ڪري ته جيئن منهنجي مغز ۾ اها هوا نه رهي ته ڪو مان جج جو پٽ آهيان ۽ ڪو پورهيو ڪرڻ عيب آهي. شايد اهو ئي سبب آهي جو جمال ابڙي جو هيءُ ڪردار عام ماڻهن ۽ زندگيءَ کي وڏيڪ ويجهو کان ڏسڻ ڪري حساس، ليکڪ ۽ آرٽسٽ بڻجي ويو.

جمال ابڙو جونا ڳڙهه ۾ پڙهيو. گرنار جا جبل ۽ مندر ڏٺائين. سن 1944ع واري وڏي ڪاري ڏڪر ۾ بنگال وڃي بنگالين جي سهڪاري ڪئمپن ۾ رضاڪار طور ڪم ڪيائين. خاڪسار تحريڪ جو سرگرم رڪن ٿي ڪم ڪيائين. لاڙڪاڻي ۽ ڪراچيءَ ۾ سنڌي ادبي سنگت ۽ خيرپور ۾ سچل اڪيڊمي(1959) جو باني ميمبر ٿي ڪم ڪيائين. مولوي نذير، جمال الدين بخاري، ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، ذوالفقار علي ڀٽي، ڪامريڊ غلام محمد لغاري ۽ ٻين اهم اڳواڻن جو ساٿي ٿي ڪم ڪيائين. پر ڪڏهن به ظاهر نه ٿيو ۽ نه وري جتايائين. اهي راز سندس سيني ۾ دفن آهن. ڪاش ڪڏهن قلمبند ڪري وڃهي. انگريزن خلاف ڪراچيءَ واري تحريڪ ۾ جڏهن بندر روڊ تي گوليون هليون تڏهن پاڻ به مظاهري ۾ شامل هو. اهي ڳالهيون ڪڏهن ڪڏهن سندس زبان تي اينديون آهن پر افسوس جو سندس هٿ لکڻ جو سهڪار نٿو ڪري ۽ زبان سان تفصيل بيان ڪرڻ جي عادت نه اٿس. مون وڏا وس ڪيا ته

اهي تاريخي يادگيرين معلوم ڪري رڪارڊ ڪري سگهان پر ڪامياب نہ ٿي سگهيو آهيان.

جمال ابڙو عملي ماڻهو آهي. مون ڪيس مستقل جدوجهد ڪندڙ ماڻهوءَ جي روپ ۾ ڏٺو آهي. جيڪڏهن هو فقط خيال پرست هجي ها تہ سنڌ ۾ ماڻهپي جي آجپي جو رستو روزي ۽ نماز ۾ ٻڌائي ها. هو تہ هر پيري مون کي اهو ٻڌائيندو آيو آهي تہ:

**اُيئن نہ مرن ميچ، جيئن جهڳا پائين جهول ۾**

هن شخص مون کي قومي ڇوٽڪاري جي واٽ اها ٻڌائي آهي جيڪا هن صديءَ ۾ مقبول ٿي آهي. هن هر بحث دوران اهو دليل پيش ڪيو آهي جيڪو پورهيت سياست ٻڌائي ٿي. سندس ڪهاڻيون ۾ لکيون سندس سوچ جو دليل آهن. هائو! هو نعري بازي کان پري رهيو آهي ڇو تہ نعري بازي عمل جي ابتڙ آهي. هن پنهنجين لکڻين ۾ ڪردارن جي ذريعي نعري بازيءَ کي رد ڪري معاشري جي غلط لاڙن کي رد ڪري انهن کان نفرت ڪرائي آهي. هو غلط لاڙن کان نفرت ڪرائڻ ۾ ڪامياب ويو آهي. ان جو ثبوت اهو پيار آهي جيڪو سنڌ واسين ڪيس ڏنو آهي.

**(ڪتاب: جمال ابڙو: ڪهاڻيون، مضمون - شخصيت تان ڪنيل)**

# ادب ۾ ڪهاڻيءَ جي اهميت ۽ سنڌي ڪهاڻي

ادب لاءِ عام طرح انگريزي لفظ "لٽريچر" "Literature" استعمال ڪيو ويندو آهي، جيڪو اصل ۾ لاطينيءَ ٻولي جي لفظ "Litera" تان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ الفابيٽ جو هڪ اکر آهي. لٽريچر جي هڪ اها به معنيٰ ڪئي ويندي آهي ته جيڪو لفظ لکيل آهي، سو سڀ ادب ۾ شامل آهي. اڳتي هلي جڏهن مختلف علمن ترقي ڪئي ته ادب جي اها محدود معنيٰ بدلجي وئي ۽ ان ۾ وڌيڪ وسعت آئي. ادب ۽ ان جي افاديت متعلق مختلف دورن جي جدا جدا عالمن ۽ اديبن رايا ڏنا آهن:

سنڌ جي مشهور عالم، **علامه آءِ آءِ قاضيءَ** ادب جي وصف بيان ڪندي لکيو آهي ته "اها تحرير، جا ادب، لطانت طبع، زيب ۽ زينت واري عمل ڏانهن اشارو ڪري، ۽ انهن (خوبيين) جي حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڪري." *

**افلاطون** پنهنجيءَ خيالي رياست مان شاعرن کي ڪڍي ڇڏيو، ۽ ادب کي حقيقت جي ٽئين درجي جي نقالي سڏيو. جڏهن ته **ارسطو** ادب جي اهميت کان انڪار نه ڪيو.

هنديءَ ٻولي جي نامور اديب، **منشي پريمچند** چيو آهي ته "اسان جي ڪسوٽيءَ تي اهو ئي ادب سچو ادب آهي، جنهن ۾ تفڪر، آزاديءَ جو جذبو، حسن جو جوهر، تعمير جو روح، ۽ زندگيءَ جي حقيقتن جي روشني هجي، جو ادب اسان ۾ حرڪت، هنگامو ۽ بيچيني پيدا ڪري، نه اسان کي وڌيڪ سمهاري." *

ادب جي اهميت ۽ افاديت جو ذڪر **علي سردار جعفري** هن ريت ڪيو آهي: "ادب حقيقت کي ضرور بدلائي ٿو. پر خارجي فطرت ۽ ماحول تي سڌيءَ طرح اثر انداز نٿو ٿئي. اهو کهاڙي جيان وڻ نٿو ڪاٽي سگهي، نه ئي انساني هٿن جيان مٽيءَ مان پيالا ناهي سگهي ٿو. اهو پٿر مان بت نٿو تراشي، پر جذبات ۽ احساسات جون نيون نيون تصويرون ناهي ٿو. اهو ڦيرائين انسان جي جذبن تي اثر انداز ٿيندو آهي ۽ انسان جي ذريعي ماحول ۽ سماج کي تبديل ڪندو آهي." *

هڪ دفعي **ايمرسن** کان ادب جي افادي پهلوءَ تي ڪنهن زور ڏئي پڇيو ته هن کاوڙ ۾ جواب ڏنو: "Beauty is its own Excuse for being"

ادب جون اهي وصفون ۽ خيال انساني زندگيءَ جي مختلف پهلوئن جي عڪاسي ڪن ٿا. هر زنده قوم وٽ پنهنجو ادب هوندو آهي، جيڪو ان جي قومي زندگيءَ جي ڀرپور ترجماني ڪندو آهي، جو ته ادب زندگيءَ جو ترجمان آهي، اجا به اڳتي ائين ڪٿي چئجي ته ادب زندگيءَ تي تنقيد ڪندي، ان جو تفسير پيش ڪري ٿو. ٻين لفظن ۾ ادب زندگيءَ جو عڪس ۽ اولڙو پيش ڪندو آهي.

---

* (1— ڪتاب: "او ڪو پيو فهم" سهيڙيندڙ: **امير علي قادري**، صفحو 105 )

* (2— ڪتاب: "ترقي پسند ادب"، ليکڪ: **سردار جعفري**، صفحو: 138)

* (ايضا: ص 27)

۽ ان کي تبديل ڪرڻ ۾ بہ پنهنجو ڪردار ادا ڪندو آهي. زندگي جيئن تہ پنهنجا رنگ ۽ روپ بدلائيندي رهي آهي، ان ڪري ادب ۾ اظهار جي لاءِ مختلف موضوعن ۽ صنفن جنم ورتو آهي، جن انسان جي احساسن ۽ جذبن جي لفظن رستي چٽسالي ڪئي آهي.

ادب ۾ نثر توڙي نظم اچي وڃن ٿا. "**نثر،** دماغ جي ذريعي، حياتيءَ جي ترجماني ڪري ٿو، ۽ **نظم،** تصور ۽ ڪلپنا جي معرفت جيوت کي پيش ڪري ٿو." *

سڄيءَ دنيا جي ادب جي شروعات نظم سان ٿي آهي، ۽ نثر جي شروعات وري ڪهاڻيءَ يا آکاڻي سان ٿي آهي. نظم ۾ شاعريءَ جون مختلف صنفون اچي وڃن ٿيون ۽ نثر ۾ وري مضمون، قصا، آکاڻيون، داستان، ڊراما، ناول ۽ افسانا اچي وڃن ٿا. ناول، افساني، قصي يا ڪهاڻيءَ کي انگريزي ۾ فڪشن (Fiction) جو اجتماعي نالو ڏنو ويو آهي، جنهن جو بنياد لاطيني لفظ Ficto يا Fictus آهي، جنهن جي معنيٰ غير حقيقي مفهوم جي ويجهو آهي.

انساني تاريخ تي نگاهہ وجهڻ سان خبر پوي ٿي تہ جڏهن ڪان انسان سوچڻ شروع ڪيو آهي، تڏهن ڪان وٺي انساني ذهن ۾ ڪيترين ئي ڪهاڻين جنم وٺڻ شروع ڪيو آهي، پوءِ اهي ڪڏهن ڪٿائن جي روپ ۾ تہ ڪڏهن وري قصي ۽ داستان جي روپ ۾ ظاهر ٿينديون رهيون آهن. زباني ڪهاڻين ڪان وٺي لکت جي موجود قصن تائين ڪهاڻين جو سفر پکڙيل آهي. ماڻهو پنهنجي سڄي ڏينهن جي پورهئي مان واندا ٿي ٿڪ پچڻ لاءِ راتين جو قصا ۽ ڪهاڻيون ٻڌندا رهيا آهن. شروعاتي مذهبي ڪتابن: **رگويد، رامائڻ ۽ مهاڀارت** توڙي بائيبل ۽ **قرآن شريف** ۾ پڻ ڪيترين ئي ڪهاڻين جو اسان کي ذڪر ملي ٿو. سنسڪرت جي "**پنج تنتر**" ۾ پڻ ڪهاڻي آهي.

جهڙي ريت زندگي ڪڏهن بہ هڪ هنڌ نہ بيني آهي، اهڙي ريت ڪهاڻيءَ جو فن بہ زندگيءَ جيان اڳتي وڌندو رهيو آهي. جيڪو بہ ڦن هڪ هنڌ بيٺو آهي، اهو پنهنجي موت پاڻ مري ويندو آهي. افسانہ نويسيءَ جو فن، شروعاتي قصن، آکاڻين، داستانن ۽ ناولن ڪان ٿيندو، "**مختصر ڪهاڻيءَ**" تائين پهتو آهي. قبائلي ۽ جاگيرداراڻي سماج، قصي ۽ داستان جهڙن طويل ۽ رومانوي صنفن کي پنهنجي وجود جي اظهار لاءِ مناسب سمجهيو هو، پر جيئن تہ 18 صديءَ جي پڇاڙيءَ سان يورپ جي اندر صنعتي انقلاب جي شروعات ٿي چڪي هئي ۽ يورپ قديم جاگيرداراڻي سماج کي ختم ڪري مشيني زندگيءَ جو آغاز ڪري چڪو هو. ماڻهن کي ايترو وقت نہ پئي مليو، جو اهي وڏا وڏا قصا، داستان ۽ ناول پڙهي سگهن. جاڪاڻ تہ هر سماج جون پنهنجون گهرجون هونديون آهن. نئون سماج پنهنجي پيٽ مان نون مسئلن ۽ گهرجن کي جنم ڏيندو آهي. اهڙيءَ ريت هنري انقلاب اچڻ ڪري انساني ذهن ۾ نون تصورن ۽ خيالن جنم ورتو. انهن خيالن ۽ تصورن جي اظهار لاءِ ادب جون پراڻيون صنفون ڪارائتون نہ رهيون ۽ نيون صنفون نروار ٿيون. ائين ئي اوڻيهين صديءَ ۾ يورپ اندر داستان نويسيءَ ۽ ناول نويسيءَ ڪيترائي ارتقا جا مرحلا طئہ ڪري، مختلف جاگرافيائي، فني ۽ فڪري سرحدون پار ڪري، "**مختصر ڪهاڻيءَ**" کي وجود ۾ آندو. جنهن پنهنجي منفرد گهاڙيٽي ۽ مواد جي

---

* (ڪتاب: "**ادبي اصول**" ڇاپو ٿيون. ليکڪ: **منگهارام ملڪاڻي** صفحہ 37)

شڪل اختيار ڪري ورتي. جنهن سان ڪهاڻيءَ رومانوي ۽ تصوراتي خيالن جي آسمان تان هيٺ لهي، ڌرتيءَ تي پير رکيا ۽ زندگيءَ جي نوس جي حقيقتن سان پاڻ کي هم آهنگ ڪري ڇڏيو.

**محمد ابراهيم جويي**، مختصر ڪهاڻيءَ جي وجود جي پس منظر کي هيٺينءَ ريت بيان ڪيو آهي:

"ادب انساني سماج جي پيداوار آهي ته ان جو عڪاس پڻ. سماجي ۽ تاريخي تبديلين جي اثر هيٺ وڌندڙ سماجي شعور ۽ بلند تر ذهني معيار جي پيش نظر، ادب پنهنجي هيئت توڙي اسلوب جا نت نوان روپ اختيار ڪندو پئي رهيو آهي. داستان گوئيءَ ۽ داستان نويسيءَ وارو ادب، مختلف مرحلن مان گذرندو اڄ مختصر افساني جي صورت وٺي اچي بيٺو آهي. بلاشبہ، اسان جو ادبي دور "**مختصر افساني**" جو دور آهي. پنهنجي وقت ۽ ماحول جي مخصوص مسئلن، زندگيءَ جي ترقي پذير شعور ۽ سماج جي موجوده ذهني ڪيفيت ۽ مزاج سان مطابقت قائم رکڻ لاءِ، اڄ جي فنڪار "**مختصر افساني**" کي وجود ۾ آندو آهي. نئين ادب جي هيءَ نمائنده صنف هڪ ڳالهيئين گذريل مڙني فني تجربن ۽ روايتن جو نچوڙ ۽ حاصل آهي." *

هينئر سڄيءَ دنيا ۾ "**مختصر ڪهاڻي**" افسانوي ادب جي مقبول صنف بنجي ويئي آهي. دنيا ۾ ڪا به اهڙي بولي نه آهي، جنهن ۾ مختصر ڪهاڻي نه لکي ويندي هجي. مختصر ڪهاڻيءَ جي فن جي اوسر اوڻيهين صدي جي شروعات ۾ آمريڪا ۽ فرانس ۾ ٿي، ۽ هن فن جو باني "**ايڊگرايلن پو**" کي چيو وڃي ٿو. جنهن مختصر ڪهاڻي لکي ۽ ان جي وصف هن ريت ڪئي ته "هڪ اهڙو نثري داستان، جنهن جي پڙهڻ ۾ اڌ ڪلاڪ کان ٻن ڪلاڪن تائين وقت صرف ٿئي." جڏهن ته **سمر سيٽ ماهم** جي لفظن ۾، "افسانو ايترو مختصر هجي، جو ڏهن منٽن ۾ پڙهي سگهجي ۽ ڊگهو وري ايڏو هجي جو وڌ ۾ وڌ هڪ ڪلاڪ ۾ پڙهي سگهجي."

مطلب ته مختصر افساني جي فني خوبصورتي، ڊيگهه ۾ نه، پر اختصار ۾ ئي آهي، ۽ اهو هڪ تاثر پيدا ڪرڻ لاءِ لکيو ويندو آهي. انهن ڳالهين جو افساني سان ڪو به لاڳاپو ڪونهي، جيڪي تاثر ناهڻ ۾ مدد نٿيون ڪن. مختصر ڪهاڻيءَ جي فن کي روس ۾ **ٽالسٽاءِ، گوگول ۽ چيخوف**، فرانس ۾ **موپا سان ۽ بالزڪ**، آمريڪا ۾ **او هينري** ۽ ايڊگرايلن پو، انگلينڊ ۾ **چارلس ڊڪنس**، هندستان ۾ **منشي پريمچند، عصمت چغتائي، سعادت حسن منٽو** ۽ ٻين ليکڪن متعارف ڪرايو ۽ مختصر افسانا لکيا.

سنڌي ٻوليءَ ۾ مضمون، ڊرامي، ناول ۽ نثر جي ٻين صنفن جيان "**مختصر ڪهاڻيءَ**" جي صنف پڻ انگريزن جي دور جي پيداوار آهي. اوڻيهين صديءَ جي وچ ڌاري سنڌي نثر ۾ ڪهاڻي لکڻ جي شروعات ٿي. "**راءِ ڏياچ ۽ سورٺ جي آکاڻي**" "**پنهنجي زميندار جي ڳالهه**"، "**سڌا تورو ۽ ڪُڌا تورو**" ۽ ٻيون ڪيتريون ئي ڪهاڻيون لکيون ويون. اهي پهريون ڪهاڻيون هيون. جن ۾ روز مره جي

---

* (5— ڪتاب: **جمال ابڙو، ڪهاڻيون، مضمون، شخصيت**، صفحو 12، 13 )

زندگيءَ جي واقعن، ۽ ڪردارن کي پيش ڪيو ويو. انهن افسانن کي اسان سنڌي افساني جي ابتدا تہ چئي سگهون ٿا، پر اهي مختصر افساني جي فني ضرورتن تي پورا نہ هئا. اڳتي هلي ڪجھ ڪهاڻين جا مجموعا پڻ شايع ٿيا، پر ننڍي کنڊ جي ٻين زبانن جيان سنڌي زبان ۾ پڻ مختصر ڪهاڻيءَ جي شروعات ويهين صديءَ ۾ ابتدا ٿي. جديد ٽيڪنڪ جي حوالي سان پهرين "مختصر ڪهاڻي"، "**حُر مڪيءَ جا**" **لعلچند امر ڏنو مل** 1914ع ۾ لکي. ان کان پوءِ **ديوان ڪوڙي مل، ڪاڪي ڀيرومل، محمد صديق مسافر، چينمل پرسرام** ۽ ٻين ڪهاڻيون لکيون. هنن جي ڪهاڻين ۾ سماجي ڏاڍ جو عڪس ۽ سماج جا اصلاحي ۽ اخلاقي پهلو اڀري وڃن ٿا. ان کان پوءِ سنڌي افساني جي تاريخ ۾ "**ترجمي جو دور**" اچي ٿو. جيڪو ٻيءَ عالمي جنگ تائين هلي ٿو. هن دور ۾ مختلف هندستاني، روسي ۽ مغربي ٻولين جي ڪهاڻين جا ترجما ٿيا، جن سنڌي ڪهاڻيءَ تي پنهنجا گهرا اثر ڇڏيا. هن ئي عرصي ۾ **امر لعل هنگورانيءَ عثمان علي انصاريءَ، آسانند مامتورا، مرزا قليچ بيگ** ۽ **نادر بيگ مرزا** جهڙن ڪهاڻيڪارن ڪهاڻيون لکيون.

ٻي عالمي جنگ دوران سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ ترقي پسنديءَ جو دور شروع ٿئي ٿو. هن دور ۾ افسانو تمام گهڻو لکيو ويو ۽ ڪيترائي سٺا، ڪهاڻيڪار ميدان تي آيا، جن ۾ **گوبند مالهي، شيخ اياز، سڳن آهوجا، ڪيرت ٻاٻاڻي، سوڀوگيانچنداڻي، گوبند پنجابي** ۽ ٻيا شامل آهن. جن سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ سياسي، سماجي ۽ معاشي مسئلن کي موضوع بنايو. هنن ذارين کان نفرت ۽ جاگيرداري ۽ سرمائيداري نظام خلاف پنهنجن خيالن کي پيش ڪيو. "**سرد آهون**"، "**پره ڦٽي**"، "**ريگساني ڦول**"، "**سنڌي ڪهاڻيون**"، "**سفيد وحشي**" وغيره هن دور جي افسانن جا اهم مجموعا آهن.

حقيقت ۾ ورهاڱي کان اڳ وارو دور سنڌي افساني جي ارتقا جو دور آهي، جنهن ۾ مختلف ڪهاڻيڪارن، فن ۽ فڪر جي حوالي سان ڪافي حد تائين نواڻ پيدا ڪئي، پر ان هوندي بہ سنڌي ڪهاڻيءَ جو سفر اجا اڻ پورو پئي لڳو. ائين ئي ورهاڱي کان پوءِ سنڌي مختصر ڪهاڻيءَ جي ميدان تي هڪ نئين ۽ منفرد ڪهاڻيڪار **جمال ابڙي** جو نالو نمودار ٿيو. جنهن سنڌي ڪهاڻيءَ کي نئون موڙ ڏنو. يعني 1849ع کان سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ مختصر ڪهاڻيءَ جي فن جي حوالي سان ابتدا ٿي، ان پنهنجي مڪمل صورت هڪ صدي پوءِ 1949ع ۾ جمال ابڙي جي ڪهاڻين سان ورتي.

تازو جڏهن مون شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ميرس مان ايم اي سنڌي ادب جي امتحان ۾ چوٿين پيپر جي جاءِ تي مونوگراف ڪرڻ جو سوچيو، تہ ان لاءِ منهنجي ذهن ۾ ٻين موضوعن سان گڏ "**جمال ابڙو، مختصر ڪهاڻيءَ جي ليکڪ جي حيثيت ۾**" جو موضوع ذهن ۾ تري آيو ۽ مون اهو ئي پنهنجيءَ تحقيق لاءِ مناسب موضوع سمجهيو. افسوس اهو آهي تہ اهڙي اهلھ ۽ سنڌي زبان جي چوٽيءَ جي افساني نگار جي فن ۽ فڪر تي ڪنهن بہ سنڌي ادب جي شاگرد يا ڪنهن بہ نقاد ڪو ڪتاب يا ٿيسز نہ لکي آهي. رڳو ادب جي تاريخ تي تحقيق ڪندڙن هن عظيم فنڪار جي فن تي ڪجھ سٽون ئي لکيون آهن. ليڪن ڪنهن بہ جمال جي افسانہ نويسيءَ جي خوبين ۽ خامين جي تفصيلي ڇنڊڇاڻ جي ضرورت ئي

محسوس نہ ڪئي آهي. البتہ ڪافي وقت اڳ ٽماهي "**مهراڻ**" ۾ سنڌس ڪهاڻين تي ڪجهہ ادبين بحث ڪيو هو. جنهن جي پنهنجيءَ جاءِ تي تمام وڏي اهميت آهي. ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي پنهنجي ڊاڪٽريٽ جي ڊگري "**آزادي کانپوءِ سنڌي افساني جي اوسر**" ۾ جمال ابڙي جي ڪهاڻين تي ڪجهہ صفحا لکيا آهن. ان هوندي بہ جمال ابڙي جي ڪهاڻين تي گهڻ پاسائين تحقيق ڪرڻ وقت جي نهايت اهم تقاضا آهي. جو تہ جمال ابڙي جي مختصر ڪهاڻيءَ کي مڪمل سمجهڻ کان سواءِ سنڌي ڪهاڻيءَ جي ارتقا کي پوري ريت نٿو سمجهي سگهجي. جمال ابڙو ٿي پهريون ڪهاڻيڪار آهي، جنهن جي ڪهاڻين ۾ اسان کي حقيقت نگاريءَ جو ڀرپور رجحان ۽ لاڙو ملي ٿو. **ڊاڪٽر شمس الدين** چواڻي: "عبوري دور ۾ جمال ابڙو توري ٿي وقت ۾ هڪ وڏي ڪهاڻيڪار جي حيثيت ۾ اڀريو. جنهن جي ڪهاڻين جو بنياد بہ حقيقت نگاري جي خشڪ ۽ پٿريلي زمين تي رکيل آهي. هن سنڌي سماج جي تلخ حقيقتن مان موضوع کنيا آهن. جن ۾ زندگي جا اگرا ۽ ڪوڙا روپ آهن." *

جيوٽيڪ ورهاڱي کان اڳ ۾ اسان وٽ امرلعل هنگوراڻي، آسانند مامتورا، عثمان علي انصاري ۽ نادر بيگ مرزا جي لکڻين ۾ سماجي شعور جي جهلڪ ملي ٿي ۽ حقيقت نگاري جا ڪافي اولڙا نظر اچن ٿا. ان کان سواءِ شيخ اياز، گوبند مالهيءَ ۽ گوبند پنجابي جي ڪهاڻين جا مجموعا ورهاڱي کان اڳ منظر عام تي اچي چڪا هئا. جن ۾ پڻ زندگيءَ جي گوناگون مسئلن ۽ انهن جي حل ڏانهن هلڪا اشارا ملن ٿا: پر پوءِ بہ جمال ابڙو پهريون ڪهاڻيڪار آهي، جنهن جي ڪهاڻين ۾ اسان کي حقيقت نگاريءَ جو ڀرپور فنڪاراڻو وجود محسوس ٿئي ٿو ۽ زندگي هوبهو پنهنجي اصلي رنگ ۾ نظر اچي ٿي. جمال ابڙي جي حقيقت نگاريءَ، جيتوڻيڪ گورڪيءَ، ٽالسٽاءِ، پريمچند، ٽئگور ۽ دوستو وسڪيءَ جو اثر ورتو آهي، پر پوءِ بہ سنڌس لکڻ جي پنهنجي اسٽائل آهي، جنهن ۾ هن ڌرتيءَ ۽ سماج جي مسئلن جي خوبصورت بوليءَ ۽ فن جي رستي اپنار ڪئي آهي. جيتوڻيڪ ورهاڱي کان پوءِ بيا بہ ڪيترائي ڪهاڻيڪار اڀريا، پر جمال ابڙي جي ڪهاڻيءَ تي کوجنا ڪرڻ، ان ڪري بہ ضروري آهي، ڇاڪاڻ تہ هيءَ انهن سڀني کان مٿانهون آهي. ڪجهہ نقادن ۽ ليکڪن جمال ابڙي جي ڪهاڻين جي مقدار کي آڏو رکي، ان جي ادبي اهميت کي گهٽائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي – يا ليکڪ جي وقتي خاموشيءَ کي ڏسي، ان جي وڏي تخليقڪار هجڻ تي شڪ ڪيو آهي، پر اها ناانصافي آهي. جمال جيتوڻيڪ ڳاڻيٽي جي حساب سان تمام ٿوريون ڪهاڻيون لکيون آهن. پر اهي معيار جي حوالي کان ايتريون تہ اوچيون ۽ بلند مرتبي واريون آهن. جو انهن ڪهاڻين جي فني ۽ فڪري سونهن، سنڌي ادب تي اڻمٽ اثر ڇڏيا آهن. ان ڪري جمال جي افساني تي تحقيق ڪرڻ سان سنڌي ڪهاڻيءَ جي لاءِ نيون راهون ۽ نوان رستا کلندا ۽ مختصر افساني جي اوسر ۾ هيءَ تحقيق ڪافي ڪارائتي ثابت ٿيندي.

جمال ابڙي سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ فن ۽ موضوع جي لحاظ کان، جيڪي روايتون قائم ڪيون آهن، انهن تي ئي سنڌي افساني جي تعمير ٿي آهي. جمال ابڙي جي مختصر ڪهاڻيءَ تي تحقيق

---

* مهراڻ سنڌي ادب سيمينار نمبر. سال 1984ع ص 95—96.

ڪرڻ جي اهميت ان ڪري به آهي، جو جمال جي افسانن نه رڳو پنهنجي دور جي ڪهاڻيڪارن تي اثر ڇڏيا آهن، پر ان ڪان پوءِ ايندڙ دور جي ڪهاڻيڪارن تي پڻ گهري ڇاپ ڇڏي آهي، ڪنهن اديب چواڻي، "**اڄوڪي دور جي هر شاعر تي شيخ اياز جو اثر آهي ۽ هر ڪهاڻيڪار تي جمال ابڙي جي ڇاپ آهي.**" چوڻ جو مقصد اهو آهي ته جمال ابڙو ويهين صديءَ جي اڌ ۾ سنڌي افساني ۾ وڏي انقلاب جو نالو آهي. پوري هڪ صديءَ جي سنڌي ڪهاڻيءَ جي ارتقا، جمال ابڙي وٽ اچي جديد مختصر ڪهاڻيءَ جو روپ وٺي بيهي ٿي. اچ ان ڳالهه کان ڪير به انڪار نه ڪندو ته جمال ابڙي جون لکيل سورهن ڪهاڻيون سنڌي ادب جو شاندار ۽ بيمثال ورثو آهن. ان ڪري جمال ابڙي جي دور جي ادبي تحريڪن، همعصر ڪهاڻيڪارن ۾ سندس انفراديت، جمال جي ڪهاڻيءَ جي موضوعن، ٻوليءَ، ڪردارنگاريءَ، فني نباهه، اسٽائيل ۽ سماجي شعور وغيره جي حوالي سان گهڻ پاسائين ڇنڊڇاڻ ۽ تحقيق ڪرڻ جي اشد ضرورت آهي ته جيئن سنڌي ڪهاڻيءَ جي عمارت صحيح نموني سان تعمير ٿي سگهي ۽ ان جو مستقبل شاندار بڻجي سگهي.



# ادبي تحريڪون، رجحان ۽ لاڙا

اديب معاشري جو هڪ فرد آهي ۽ هر معاشري ۾ عام ماڻهوءَ جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ ذهين، حساس ۽ زندگيءَ تي ڳوڙهي نگاهه رکندڙ شخص ٿيندو آهي ۽ هو زندگي ۾ پيدا ٿيندڙ اٿلن پٿلن کان متاثر ٿيڻ کانسواءِ رهي نه سگهندو آهي. خارجي حالتون ئي هونديون آهن، جيڪي هن جي اندر جي دنيا ۾ آنڌ مانڌ، اٿل ۽ بيچينيءَ کي جنم ڏينديون آهن ۽ کيس لکڻ لاءِ ڪجهه اتساهه بخشينديون آهن. اهڙيءَ ريت اديب معاشري کان متاثر به ٿيندو آهي ته وري ان تي پنهنجين تحريرن ذريعي اثر انداز پڻ ٿيندو آهي. هو پنهنجي اندر جي دنيا جي ڪري ئي ٻين تخليقڪارن کان منفرد ۽ الڳ ٿي بيهندو آهي، ڇاڪاڻ ته اهو هن جو زندگيءَ ڏانهن ٻين کان منفرد ردعمل هوندو آهي. اهو ردعمل ڪنهن نه ڪنهن رجحان يا سوچ جو نتيجو هوندو آهي. هر ليکڪ جي خيالن جي اوسر ۾ ڪنهن نظرياتي لاڙي جو اثر هوندو آهي ۽ هن جا ڪي مخصوص رايا، لاڙا ۽ رجحان به هوندا آهن. هو ڪن نظرين، خيالن، راين ۽ رجحان رکندڙ تنظيمن سان لاڳاپيل به ٿي سگهي ٿو.

سڄيءَ دنيا جي ادب کي ڏسڻ سان اهو چڱيءَ ريت معلوم ٿئي ٿو ته اديبن جي تخليقن تي ڪنهن نه ڪنهن ادبي رجحان يا ادبي تحريڪ جو اثر ضرور آهي. مختلف وقتن تي ڪيترين ئي تحريڪون، رجحان ۽ لاڙا اڀريا آهن، جن ۾ فلسفي جون تحريڪون ۽ سياسي، سماجي، مذهبي ۽ ادبي تحريڪون پڻ رهيون آهن، جن پنهنجي سماج تي گهرا اثر ڇڏيا آهن. جيئن ته جديد ادبي تحريڪن جو مرڪز گهڻو ڪري **يورپ** رهيو آهي، جتي جدا جدا وقتن تي نظرين ۽ تحريڪن پئي جنم ورتو آهي، جن ۾ **ڪلاسيڪيت، رومانٽسزم، رئيلزم، سرريئلزم، امپريشنزم، ايڪسپريشنزم، اميجزم، سمبالزم، فنٽسي ۽ اميجينيشن، نيچرلزم، مارڪسزم، اسٽڪچرلزم** وغيره اچي وڃن ٿيون. سنڌي ادب جي حوالي سان جن تحريڪن جي ڪنهن نه ڪنهن ريت اهميت پئي رهي آهي، انهن ۾ ڪلاسيڪيت، رومانيت، حقيقت نگاري، سماج وادي حقيقت نگاري ۽ جديديت وغيره اچي وڃن ٿيون. اهي تحريڪون خالص ادبي نظرين تي ٻڌل نه آهن، ڪنهن نه ڪنهن فلسفي جي تحريڪ سان ڳنڍيل آهن. شروع ۾ انهن جو ادب سان ڪو به ويجهو لاڳاپو ڪو نه هو، پر اڳتي هلي اهي ادبي تنقيد جا نظريا سڏجڻ لڳا. هڪ ادبي نقاد ريني ويليڪ انهن کي نظريا نه پر تنقيد جا لاڙا (Concepts of criticism) سڏيو آهي. ويليڪ جو چوڻ آهي ته، "اهي نظريا ڪنهن به، اڄ تائين به نج تخليقي ادب جا نظريا نه آهن. تنقيد انهن کي اپنائي، ادبي پرک جا اوزار (Tools) ۽ ماڻا بنايو آهي."

سنڌ جي ڪلاسيڪي ادب کان وٺي اڄ جي جديد ادب تائين، سنڌي ادب تي پڻ ڪيترن ئي رجحانن، لاڙن، تحريڪن ۽ نظرين جو شعوري ۽ لاشعوري اثر رهيو آهي. اهو لازمي نه آهي ته جن اديبن انهن نظرين جو مطالعو ڪيو هوندو، تن تي فقط اثر هوندو. **يورپي ڪلاسزم** (ڪلاسيڪيت) جو سنڌ جي ڪلاسيڪي دور سان ڪو به ڳانڍاپو نه آهي ۽ نه وري **نيوڪلاسزم** (نيو ڪلاسيڪيت) **سان** ڪو واسطو آهي. هن تحريڪ جو شروعاتي واسطو يونان ۽ روم جي ڪلاسيڪي دور سان آهي. جڏهن ته اسين سنڌي ادب جو ڪلاسيڪي دور **شاهه، سچل ۽ ساميءَ**

واري دور کي شمار ڪندا آهيون. سنڌي ادب جي ڪلاسيڪي دور کي پنهنجون روايتون آهن، جنهن جون ڪي وصفون مغرب جي ڪلاسيڪيت سان ملن جلن بہ ٿيون. پر اها ڳالهہ درست نہ ٿيندي تہ سنڌي ڪلاسيڪي دور تي مغرب جي ڪلاسيڪي دور جو اثر رهيو آهي. حقيقت ۾ يورپي ڪلاسزم جي مفهوم جي ڄاڻ کان پوءِ ئي ان قسم جي طريقي جون وصفون ٻين ٻولين جي ادب ۾ ڳولڻ جون ڪوششون شروع ڪيون ويون.

ڪلاسيڪل وصفن جي ساڳيائيءَ سبب، اسين ڪنهن بہ تخليق جي ڪلاسيڪل هجڻ جي پرک ڪري سگهون ٿا. جيڪا ڳالهہ ٻين سيني ادبي نظرين سان پڻ لاڳو آهي. سنڌي ادب جي حوالي سان **ڊاڪٽر ارجن شاد** جو چوڻ آهي تہ "سنڌي نثر جي ڪيترن ۾ اوڻيهين صديءَ جي آخر ۽ ويهين صديءَ جي شروعات وارو دور پڻ لاشڪ ڪلاسيڪي دور چئي سگهجي ٿو، جو جو. جي وصفون عام طور تي مغرب جي ڪلاسيڪي يا نئين ڪلاسيڪي دور سان وابستہ آهن. اهي سنڌي نثر ۾ ڪجهہ اهڙي روپ ۾ نظر اچن ٿيون: خاص طور تي ٻولي ۽ گرامر وغيره جون بندشون. ان وقت ۾ انگريزي علم ادب جو اثر ساري هندستان ۾ پکڙيو هو." *

اوڻويهين صديءَ ۾ خاص طرح انگليند، جرمنيءَ ۽ فرانس ۾ **رومانيت** جي تحريڪ شروع ٿي. جيڪا اصل ۾ ڪلاسيڪيت جي ردعمل ۾ پيدا ٿي. رومانيت پڻ اسان وٽ تحريڪ جي شڪل ۾ نہ آئي آهي. يورپ ۾ اوڻويهين صديءَ ۾ هيءَ تحريڪ شروع ٿي، جڏهن تہ ويهين صديءَ جي سنڌي ادب ۾ ان جون جهلڪون محسوس ٿين ٿيون. ويهين صديءَ ۾ حقيقت نگاريءَ جو لاڙو سڄيءَ دنيا جي ادب ۾ داخل ٿيو ۽ ننڍي کنڊ جي مختلف ٻولين جي ادب تي پڻ ان جا اثر پيا ۽ اڳتي هلي اهو سماجوادي حقيقت نگاريءَ سان ڳنڍجي ويو. حقيقت نگاريءَ ۾ ان ڳالهہ تي زور هو تہ شين کي اهڙيءَ طرح پيش ڪيو وڃي، جيئن حقيقت ۾ اهي نظر اچن ٿيون. جڏهن تہ سماجوادي حقيقت نگاريءَ ۾ ان ڳالهہ تي زور هو تہ حقيقت کي پنهنجي ذاتي اندر جي ٻوجهہ يا سمجهہ بجاءِ خارجي طور سماج جي تاريخي ۽ جدلياتي ڇيد جي نقطئہ نظر سان جاچڻ گهرجي. ٻين لفظن ۾ حقيقت جيئن آهي ان جي بدران حقيقتن کي جيئن هجڻ گهرجي، ائين پيش ڪيو وڃي. سنڌي ادب ۾ مڪمل تحريڪ جي صورت ۾ اسان وٽ فقط **"ترقي پسند تحريڪ"** ئي داخل ٿي آهي. هن تحريڪ، ترقي پسند ادب جو نظريو ڏنو، جنهن ۾ سماجي حقيقت نگاريءَ تي زور ڏنو ويو. ان ادبي تحريڪ جي سنڌي ادب ۾ تاريخي ڪردار کان ڪو بہ انڪار نٿو ڪري سگهي. هن تحريڪ، سنڌي ادب کي سڄيءَ نيا ۾ روشناس ڪرايو.

ورهاڱي کانپوءِ واري عرصي ۾ **"جديديت"** جي ڪجهہ تحريڪن جو هندستان ۾ سرجندڙ سنڌي ادب تي بہ اثر ٿيو ۽ سنڌ ۾ جديديت جي تحريڪ جو ون يونٽ ٽٽڻ کان پوءِ اثر نظر اچي ٿو. جنهن ۾ سماجي حقيقت نگاريءَ جي جاءِ تي وجوديت کي اهميت ڏني وئي، ۽ وجوديت جي نظريي هيٺ ڪجهہ اديبن انساني ڏک کي سماجي حالتن ۾ ڏسڻ بدران پنهنجي وجود ۾ ڏسڻ جي ڪوشش

---

* (7- ڪتاب: ساهتڪار: 91—1992ع. بمبئي. مرتب: گوبند مالهي. صفحہ 102)

ڪئي ۽ سماجي قدرن جي نفي ڪئي ويئي. جديد سنڌي ادب جي ايڏي ڪا وڏي عمر نہ آهي. انگريزن جي اچڻ کان پوءِ ئي جديد سنڌي نثر جي شروعات ٿي ۽ سنڌي اديبن مضمون، ڊراما، ناول ۽ ڪهاڻيون لکڻ شروع ڪيون. هن ئي دور ۾ اسان وٽ مختلف زبانن جو ادب بہ ترجمو ٿيو. جنهن رستي ادب جا جديد رجحان ۽ لاڙا متعارف ٿيا.

اسان وٽ نہ تہ ايڏيون وڏيون ادبي تحريڪون هليون هيون ۽ نہ ئي ڪي وڏا نظرياتي بحث ٿيندا هئا. پر دنيا جي مختلف ٻولين جي ترجمو ٿيل ادب جي معرفت مغربي افسانہ نويسيءَ جي فن جا تجربا ڪيا ويا. جنهن ۾ اها ئي ٽيڪنيڪ ۽ اظهار وارو طريقو چونڊيو ويو. باقي بلڪل الڳ شڪل ۾ افسانوي ادب ۾ اهم رجحان ۽ تحريڪ **سماجي حقيقت نگاري** ئي رهي آهي. حقيقت نگاريءَ جي تحريڪ پڻ ٻين ادبي تحريڪن جيان يورپ ۾ جنم ورتو ۽ افسانوي ادب تي ڇانئجي وئي. رومانيت، جذباتيت، روايت پرستيءَ ۽ ٻين تحريڪن جي ردعمل ۾ حقيقت نگاري اڀَري آئي. انگريزن جي حڪومت جي شروعاتي عرصي ۾ سنڌي نثر ۾ حقيقت نگاريءَ جي ابتدا ٿي. سماجي ۽ مذهبي تحريڪن جو عوام جي ذهنن تي ۽ ادب تي اثر ٿيو. سماجي شعور سان ڀرپور ناول ۽ ڪهاڻيون لکيون ويون ۽ ادب کي سماجي جاڳرتا جو بهترين ذريعو سمجهيو ويو. ننڍي کنڊ جون ڪيتريون ٻوليون خاص طور تي بنگالي ۽ هندي، ٻين ٻولين جي ادب جي ڀيٽ ۾ ترقي يافتہ هيون ۽ انهن ۾ سماجي حقيقت نگاريءَ جي بنياد تي شاهڪار ادب تخليق ٿي چڪو هو. انهن ٻولين جا شاهڪار، سنڌي ادب ۾ ترجمو ٿي آيا، جن ۾ ڪو نہ ڪو سماجي مقصد ضرور هو. اهو دور سنڌي ادب ۾ ترجمن جو دور هو. 22–1921ع ڌاري طبعزاد ڪهاڻيون بہ لکيون ويون. لعلچند امر ڏني مل ۽ ڄيٺمل پرسرام سماجي مسئلن تي ڪهاڻيون لکيون، جن ۾ سماجي براين، زميندارن ۽ سيٺين جي ڪردار کي تنقيد جو نشانو بنايو ويو. حقيقت ۾ اتان ئي ترقي پسند سنڌي ڪهاڻيءَ جي شروعات ٿئي ٿي.

1940ع تائين سنڌي ادب ۾ ڪجھ اهڙا افسانہ نويس پيدا ٿيا، جن پنهنجين ڪهاڻين ۾ حقيقت نگاريءَ جي بنياد تي سماجي مسئلن جي ڇند ڇاڻ ڪئي ۽ مقامي ماحول جو عڪس چٽيو. انهن ۾ **امر لعل هنگورائي، ليکو ٽلسياڻي، نادر بيگ مرزا، آسانند مامتورا ۽ عثمان علي انصاري** وغيره اچي وڃن ٿا. انهن ڪهاڻيڪارن "**ادو عبدالرحمان**"، "**منجري ڪولهڻ**"، "**ململ جو چولو**" "**ڪڪي**" ۽ ٻين ڪهاڻين ۾ سماجي حقيقتن جي عڪاسي ڪئي. پروفيسر **منگهارام ملڪاڻيءَ** پنهنجي ڪتاب "**سنڌي نثر جي تاريخ**" ۾ **امر لعل هنگورائيءَ** کي سنڌي ٻوليءَ جو ڀريون "**حقيقت نگار اديب**" سڏيو آهي. اهي ئي ڪهاڻيڪار هئا، جن جديد سنڌي ادب جو بنياد رکيو. **ممتاز مهر** لکي ٿو تہ، "امر لعل هنگورائي، نادر بيگ ۽ آسانند مامتورا حقيقت نگاريءَ جي ٽن الڳ الڳ لاڙن جي نمائندگي ڪن ٿا. **امر لعل** عام سماجي مسئلن کي پنهنجين ڪهاڻين جو موضوع بنايو. **نادر بيگ** جو رجحان رومانس ڏانهن وڌيڪ هو. جڏهن تہ **آسانند مامتورا** جديد نفسيات جي مطالعي کان پوءِ گهڻي ڀاڱي انسان جي جنسي مسئلن کي پنهنجين ڪهاڻين ۾ آندو." *

---

* (8- ڪتاب: **آرسي** 4. سيهڙيندڙ. **ولي رام ولڀ ۽ ظفر حسن** — صفحہ 252)

1936ع ۾ ننڍي کنڊ ۾ ترقي پسند تحريڪ جي شروعات ٿي. "**لکنوءَ**" ۾ "**انجمن ترقي پسند مصنفين**" جي ڪانفرنس ٿي، جنهن ۾ منشي پريمچند صدارتي خطاب ڪيو. **سجاد ظهير** پنهنجي ڪتاب "**روشنائيءَ**" ۾ لکيو آهي ته، سنڌ مان ٻن ڄڻن جي وفد ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪئي. سوڀي گيانچندڻيءَ جي اندازي موجب اهي ٻه ڄڻا **محمد امين کوسو** ۽ **قادر بخش نظامائي** ٿي سگهن ٿا. اڳتي هلي انجمن جي شاخ سنڌ ۾ به کولي ويئي. ننڍي کنڊ جي ترقي يافته زبانن جيان سنڌي زبان جي ادب پڻ 1936ع جي ترقي پسند تحريڪ جو گهرو اثر قبول ڪيو. هونئن سنڌي زبان جي ڪلاسيڪي ادب ۾ شروع کان وٺي ترقي پسند رجحان موجود رهيا آهن. سنڌ جي ڪلاسيڪي ۽ صوفي شاعرن پنهنجيءَ شاعريءَ ۾ ملائيت، بنياد پرستيءَ، جاگيرداريءَ ۽ جاگيردارانه سماجي قدرن جي خلاف مزاحمت ڪئي آهي. ترقي پسند تحريڪ، سنڌي ادب کي اڃا به وڌيڪ ويجهو وٺي آئي.

1940ع کان پوءِ ورهاڱي تائين سنڌي ادب ۾ ترقي پسند ادب جو رجحان پختو ٿي چڪو هو. ان عرصي ۾ ترقي پسند ليکڪن، ڪهاڻين ۾ انگريزن، زميندارن، سرمائيدارن، جاگيردارن ۽ مذهبي ٺيڪيدارن جي ظلمن کي ننگو ڪيو ۽ عورت ۽ مرد جي برابريءَ جو تصور ڏنو. هن دور جي افسانن مان ظاهر ٿئي ٿو ته سنڌي اديب نئين شعور سان وقت جي مسئلن کي جاچي رهيو هو. هن دور جي ليکڪن نه رڳو ترقي پسند ڪهاڻيون لکيون، پر ترقي پسند هلچل ۾ به حصو ورتو. انهن اديبن ۾ گوبند مالهي، شيخ اياز، گوبند پنجابي، سوڀوگيانچنداڻي، آنند گولاڻي، سگن آهوجا، ڪيرت ٻاٻاڻي، اي جي اتم، ڪرشن کٽواڻي، وغيره اهم آهن. هن دور جو پهريون ڪهاڻين جو مجموعو "سرد آهون" 1942ع ۾ ڇپيو. جنهن ۾ گوبند پنجابيءَ جون ڪهاڻيون آهن. 1943ع ۾ ايم آر مائيداساڻي جو مجموعو "**مائيدا سائيءَ جون آکاڻيون**" ۽ 1944ع ۾، "**ريگستاني ڦول**" نالي نوجوان ڪهاڻيڪارن جي ڪهاڻين جو مجموعو ڇپيو. ان کان سواءِ "**پرهه ڦٽي**" 1945ع ۾ "**مرڪندڙ مکڙيون**"، "**ڦڙڪ**"، "**سفيد وحشي**"، "**سنڌي ڪهاڻيون**"، "**اسان جي سنڌ**"، "**سوشلسٽ پاڪستان**"، "آگسٽ انقلاب"، "**اڳتي قدم**"، "**نئين دنيا**" ۽ حيدرآباد جي رسالي "**ڦليلي**" ۽ ٻين اخبارن ۽ رسالن ۾ پڻ ڪافي ڪهاڻيون ڇپيون. هن سڄي دور ۾ ترقي پسند اديبن، افساني ۾ سماجي حقيقت نگاريءَ جي رجحان جي نمائندگي ڪندڙ ادب تخليق ڪيو. هن ئي دور ۾ سنڌي ادبي بورڊ پاران 1945ع ۾ جاري ٿيل ٽماهي رسالي "**مهراڻ**" جي پرچي ۾ **ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽي** جو خط ڇپيو، جنهن ۾ هن هڪ ادبي تنظيم "**ادبي سنگت**" جي نالي سان قائم ڪرڻ جي تجويز ڏني. سنڌي ادبي سنگت جي اڳوڻي سيڪريٽري جنرل مرحوم **رشيد ڀٽي**، پنهنجي مضمون "**سنگت جا 23 سال**" ۾ لکي ٿو ته "سنڌي ادبي سنگت جي ٻيڙهه تڏهن پئي، جڏهن، هندو پاڪ اپ کنڊ ۾ هڪ پاسي انگريز سامراج جي خلاف هلچل زورن تي هئي، ته ٻئي پاسي نوان اقتصادي نظريا دنيا جي گهڻي حصي ۾ ڏٽڙيل، قريل ۽ لتيل عوام جا پاڳ پلائي چڪا هئا. اهي ٻئي عمل ئي وقت جي ادبي لاڙن ۽ قدرن تي ڪم ڪري رهيا هئا."

اڳتي هلي 1946ع ڌاري ڊي جي سائنس ڪاليج ۾ پروفيسر **گربخشياڻيءَ** جي نگرانيءَ ۾ "**سنڌي ادبي سرڪل**"، قائم ڪئي ويو. جنهن جي ناهڻ ۾ نارائڻ شيام، شيخ اياز، عبدالرزاق راز، روشن آرا مغل، ارجن حاسد ۽ سندري اتمچنداڻي جا نالا اهم آهن. ان کان سواءِ هن دور ۾ ڪراچيءَ ڪچهري روڊ تي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي آفيس ۾ پڻ گڏجاڻيون ٿينديون هيون. مطلب تہ هن عرصي ۾ سنڌي ادبي سنگت جو وجود پيو، جنهن جا اثر بہ ادب تي پيا ۽ هن تنظيم ترقي پسند ڪهاڻيءَ کي اڳتي وڌائڻ ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪيو. ترقي پسند ڪهاڻي پنهنجي اوج تي پهتي تہ 1947ع جو ورهاڱو عمل ۾ آيو ۽ سنڌي ادب بن حصن ۾ ورهائجي ويو ۽ ان جو وجود خطري ۾ پئجي ويو. ورهاڱيءَ کان پوءِ ڪجهہ عرصي کان پوءِ وري زور شور سان سنڌي ڪهاڻيون لکجڻ لڳيون ۽ جمود ٽٽو. ترقي پسند ادب جي تحريڪ وري شروع ٿي ۽ ان پنهنجا اثر ڪهاڻيءَ تي ڇڏيا.

سنڌي ادب ۾ ورهاڱي بعد سماجي حقيقت نگاريءَ جو رجحان ڀرپور ۽ منظم شڪل ۾ جمال ابڙي جي ڪهاڻين ۾ ملي ٿو. جمال ابڙي پنهنجن ڪهاڻين ۾ نہ رڳو سماجي حقيقتن جو عڪس ڇڏيو، پر هن ساڳئي وقت سماجي مسئلن جي حل ڏانهن اشارا بہ ڏنا. ان کان سواءِ **شيخ اياز، غلام ربانيءَ، اياز قادريءَ، حفيظ شيخ، ع . ق شيخ، محمد عثمان ڏيپلائيءَ، علي احمد بروهيءَ، نجم عباسي، رشيد ڀٽيءَ، بشير موريانيءَ، بيگم زينت چنا، ثميره زرين، سراج ميمڻ** ۽ ٻين ڪهاڻيڪارن پڻ ترقي پسند ادب لکيو. جنهن ۾ معاشري جي حقيقتن جي عڪاسي ڪئي وئي ۽ هن دور جي سماجي، اقتصادي ۽ سياسي حقيقتن کي پنهنجن افسانن ۾ ڀرپور نموني پيش ڪيو. 1954ع ۾ "**انجمن ترقي پسند مصنفين**" تي وقت جي حڪمرانن بندش وڌي. ان کان پوءِ 1956ع ۾ "**سنڌي ادبي سنگت**" جو پهريون مرڪزي ڪنوينشن ٿيو. جنهن سان سنگت ۾ نئون جوش پيدا ٿيو ۽ سڄي سنڌ ۾ ادبي ڪلاس شروع ٿي ويا. هن دور ۾ سنڌي ادبي سنگت جي ڪلاسن سنڌي افسانوي ادب جي سنئين چنڊ چاڙهي ڪئي، ۽ زندگيءَ جي مثبت ۽ ترقي پسند قدرن جي نمائندگي ڪئي. ون يونٽ نهڻ کان پوءِ سنڌي ادب ۾ قوميت جو رجحان ڀرپور نموني داخل ٿيو. ان ڳالهہ تي زور ڏنو ويو تہ سنڌي ادب کي قومي هلچل جو ساٿ ڏيڻ گهرجي. ون يونٽ ٽٽڻ کان پوءِ جديديت جا ادبي لاڙا ۽ تحريڪون بہ سنڌي ادب ۾ شامل ٿيون.

مجموعي طرح هن دور ۾ نظرياتي رجحان قومي سماجي ۽ طبقاتي رهيا آهن. ڪجهہ ڪهاڻين ۾ رومانيت ۽ وجوديت جي پڻ هلڪي لهر ملي ٿي. ڪجهہ فئينٽسيون پڻ لکيون ويون. ان کان سواءِ ڪهاڻين ۾ مقاميت نگاري، نفسياتي عنصر، رومانس ۽ جنسي مسئلن جي اپٽار بہ ملي ٿي، پر هن پوري دور ۾ خاص طور تي پنجاهہ واريءَ ڏهاڪي ۾ سماجي حقيقت نگاريءَ جو رجحان سگهارو نظر اچي ٿو. جمال ابڙي جي ڪهاڻين ۾ بہ اسان کي سماجوادي، تخليقي، حقيقت نگاريءَ جو ڀرپور رجحان ۽ لاڙو نظر اچي ٿو.

باب ٽيون

# جمال ابڙي جي دور جي ڪهاڻيڪارن جي ڪهاڻي

ننڍي کنڊ جي ورهاڱي کان اڳ ۾ ئي سنڌي ڪهاڻي ترقي پسند دور ۾ داخل ٿي چڪي هئي. هن دور ۾ ڪيترائي ڪهاڻيڪار پيدا ٿيا، جن زندگيءَ جي مختلف موضوعن تي ڪهاڻيون لکيون. انهن موضوعن ۾ انقلاب، آزادي، قوميت، طبقاتي ڏاڍ ۽ انساني برابريءَ جهڙا موضوع اهم هئا . ڪهاڻيءَ جي مواد توڙي گهاڙيٽي ۾ ڪافي تبديليون اچي چڪيون هيون، پر تنهن هوندي بہ ورهاڱي کان اڳ وارين ڪهاڻين ۾ اسان کي ڪيتريون ئي فني ڪوتاهيون محسوس ٿين ٿيون. اهي ڪهاڻيون پڙهڻ کان پوءِ لڳي ٿو تہ اسان جا ان دور جا ڪيترائي ڪهاڻيڪار، وقت ۽ حالتن جي وهڪري ۾ لڙهي ويا ۽ هنن پرچار ۽ نعريبازيءَ کي فني حسن کان وڌيڪ اهميت ڏني. اهي ان حقيقت سمجهڻ کان قاصر رهيا تہ ڪنهن بہ موضوع کي ڪاميابيءَ سان نباهڻ لاءِ فن تي ڌيان ڏيڻ بہ اوترو ئي ضروري آهي جيترو ان جي مقصد تي. فن ۽ مقصد جي وچ ۾ خوبصورت توازن نہ رهڻ ڪري، ڪهاڻيءَ ۾ ڪلا گهٽ ۽ پرچار وڌيڪ ٿيڻ لڳو. ان ڪري ورهاڱي کان اڳ ۾ مقدار توڙي معيار جي حوالي کان ايتريون شاهڪار ڪهاڻيون نٿيون ملن. ڪجهہ آڱرين تي ڳڻڻ جيتريون ڪهاڻيون ضرور ملن ٿيون، جيڪي فن ۽ فڪر جي لحاظ کان بلند درجي جون آهن. جڏهن تہ ان ئي دور ۾ عالمي ادب ۾ مختصر ڪهاڻي پنهنجي عروج تي هئي ۽ ننڍي کنڊ جي ڪيترين ئي زبانن ۾ پڻ شاهڪار افسانا تخليق ٿي چڪا هئا . حقيقت ۾ ورهاڱي کان اڳ وارو دور، سنڌي ڪهاڻيءَ جي ارتقا جو دور رهيو آهي. هن ئي دور ۾ سنڌي ڪهاڻي ڪجهہ وڌي ويجهي آهي ۽ ان فني طرح پختگي پڻ حاصل ڪرڻ شروع ڪئي. ورهاڱي تائين جن ڪهاڻيڪارن سنڌي زبان ۾ ڪهاڻيءَ کي اوج تي رسايو، تن ۾، آسانند مامتورا، نادر بيگ مرزا، امر لعل هنگوراڻي، جيٺمل پرسرام، عثمان علي انصاري، گوبند مالهي، گوبند پنجابي، ڪيرت ٻاٻاڻي، ڪرشن کٽواڻي، سوڀو گيانچنداڻي، شيخ اياز، شيخ عبدالستار، آنند گولاڻي ۽ ٻيا ڪيترائي ڪهاڻيڪار شامل آهن.

سنڌي ڪهاڻيءَ اڃا پنهنجي حقيقي شڪل اختيار ڪرڻ مس شروع ڪئي تہ مٿان وري ورهاڱي جهڙو تاريخي حادثو پيش آيو، جنهن ڪري سنڌي ادب ۽ ڪهاڻيءَ کي ڪاپاري ڌڪ رسيو. هندو جيئن تہ مسلمانن کان تعليم ۾ وڌيڪ اڳيرا هئا، ان ڪري انهن جو سماجي ڪمن توڙي علمي، ادبي ۽ ثقافتي سرگرمين ۾ اڳواڻيءَ وارو ڪردار هو. هنن جي هندستان ڏانهن لڏپلاڻ جي ڪري سنڌي ادب جڻ تہ ڇورو ڇنو ٿي ويو. ڪيترائي هندو ڪهاڻيڪار، اديب ۽ شاعر هندستان هليا ويا . ادبي رسالا ۽ مخزنون بند ٿي ويون. اشاعتي ادارا نہ جي برابر رهيا . ائين لڳي رهيو هو جڻ ورهاڱي کان اڳ سنڌي ڪهاڻي ۽ ادب جو جيڪو ٻوٽو اُسريو هو، سو جلد ئي مرجهائجي، سڙي ۽ سڪي ويندو. سنڌ ۾ 1947ع کان 1950ع تائين ادب جي ٻين صنفن جيان سنڌي مختصر ڪهاڻيءَ تي پڻ حالتن جي ڪري سخت مانار ڇانيل رهي. توڙي جو ان عرصي ۾ ڪجهہ مسلمان ڪهاڻيڪارن ڪهاڻيون بہ لکيون، پر اهي مقداري طرح بنهہ گهٽ هيون. 1950ع کان پوءِ ڪجهہ ڪهاڻيڪارن پنهنجن ڀربور توانائين ۽ صلاحيتن سان ڪهاڻيءَ کي جمودواريءَ حالت مان ڪڍڻ لاءِ ڪوششون شروع ڪري ڏنيون. ڪيترائي ڪتابي سلسلا، رسالا ۽ مخزنون، شايع ٿيڻ لڳيون. "**نئين زندگي**" هن عرصي ۾ نڪرڻ شروع ٿي، جنهن وري افساني جي اوسر ۾

ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. ائين ئي 1950ع جي ڏهاڪي ۾ ڪافي ڪهاڻيڪار ابري آيا، جن سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ ساهه وڌو ۽ جمود کي ٽوڙيندي ورهاڱي کان اڳ واري سنڌي ڪهاڻيءَ جي تسلسل کي برقرار رکڻ ۾ ڪامياب ويا. انهن ڪهاڻيڪارن ۾ **شيخ اياز، جمال ابڙو، ع ق شيخ، علام رباني، اياز قادري، حفيظ شيخ، بشير موريائي، محمد عثمان ڏيپلائي، سوڀو گيانچندائي، بيگم زينت چنا، عبدالرزاق راز، سراج الحق ميمڻ، رشيد ڀٽي، نجم عباسي، محمد ابراهيم جويو، غلام علي الانا، علي احمد بروهي، ابن حيات پنهور، ڪروڙپتي، ثميره زرين، ثريا ياسمين، ممتاز مرزا، جميلا نرگس** ۽ ٻيا شامل آهن. هن دور جي ڪهاڻيڪارن هر موضوع تي ڪهاڻيون لکيون آهن. طبقاتي سماج ۽ اقتصادي ڦرلٽ، لڏ پلاڻ جا مونجهارا، فرقيواريت ۽ مذهب جو غلط استعمال، عورتن تي ظلم، غربت، جهالت، پيار ۽ محبت، قومي جاڳرتا، سنڌي زبان ۽ ثقافت جا مسئلا ۽ ٻيا اقتصادي، سياسي ۽ سماجي مامرا هن دور جي ڪهاڻيڪارن جا موضوع بڻيا. وقت جي بدلجڻ جي ڪري ڪهاڻيڪارن جي ڪهاڻين جا ڪردار بدليا، ماحول بدليو، اسلوب ۽ ٻولي تبديل ٿي ۽ موضوع ۾ پڻ نواڻ آئي.

هن دور جي افسانن جي موضوعن جي باري ۾ **ڊاڪٽر غلام علي الانا** لکي ٿو تہ.

"هن دور جي افسانن ۾ ڪڏهن ڪڏهن زميندراي ظلم تہ ڪڏهن سرمائيداري ۽ جاگيرداري نظام جي خلاف ڪات ڪهاڙا ڪنيا ويا آهن، تہ ڪڏهن وري غريبن جي آهُن ۽ دانهن جو نقشو چٽيو ويو آهي. وڏي ڳالهہ تہ هيءَ آهي تہ هن دور جي افسانن ۾ سنڌي ماحول ۽ سنڌي زندگيءَ جي جهلڪ گهڻي قدر نظر اچي ٿي، جن جي مطالعي سان هن خطي جي اهم خصوصيت ۽ ان جي فطري، سياسي، تاريخي، قومي، سماجي ۽ اقتصادي لاڙن جو پتو پوي ٿو. ازان سواءِ فني نقطہ نگاهہ کان بہ موجوده دور جو افسانو وڏيڪ ڪامياب ثابت ٿيو آهي." *

هن دور جي ليکڪائن پنهنجن ڪهاڻين ۾ جن موضوعن کي ڪنيو آهي، تن جي باري ۾ **ممتاز مهر** روشني وجهندي لکي ٿو تہ، "سنڌي ليکڪائن پنهنجي ڪهاڻين ۾ جن بنيادي موضوعن کي ڪنيو آهي، سي هي آهن: (1) سنڌ جي روايت پرست جاگيردارانہ سماج ۾ عورت جي بغاوت، (2) ڪوٺن ۾ بند اڻ پڙهيل عورتن جي حالت زار، (3) ٽٽل پيار ۽ ناڪام شاديون ۽ (4) طبقاتي ۽ ذات پات جا ويڇا." *

هن دور جي ڪردارن جي باري ۾ **آغا سليم** لکيو آهي تہ،

"انهي دور ۾ سنڌي ادب ۾ هڪڙو ڪردار پيدا ٿيو، جنهن کي **"شريف بدمعاش"** "Gentleman Rauge" سڏيو ويندو آهي ۽ جيڪو اياز قادريءَ جي "بلودادا"، ربانيءَ جي "شيدو ڏاڙيل"، جمال ابڙي جي "بدمعاش" ۽ "پشو پاشا" جي جدا جدا روپن ۾ ظاهر ٿيو. *

هن دور جي ڪهاڻيڪارن جا ڪيترين ئي ڪهاڻين ۾ مرڪزي ڪردار، موضوع توڙي انهن جي فني ادائيگي ۽ پيشڪش پڻ تقريبا ساڳي رهي آهي ۽ آهي هڪ ٻئي کان بہ متاثر ٿيا آهن. **طارق اشرف** ان ڳالهہ کي هيٺينءَ ريت بيان ڪيو آهي:

---

* (9- ڪتاب: **"چونڊ سنڌي افسانا"** مرتب: **ڊاڪٽر غلام علي الانا** صفحہ "ح")

* (10) ڪتاب: **"سنڌ ۾ سنڌي ڪهاڻي جي اوسر."** ليکڪ: **ممتاز مهر**، صفحہ 49)

* (11- **"نئين زندگي"**، ڪراچي، جنوري 1968ع صفحو 35)

"پر 1947ع کان 1960ع تائين جي ڪهاڻين کي ڏسبو تہ گهڻين ڪهاڻين جا موضوع ساڳيا ملندا. مثال طور: جمال جي "**پشو پاشا**" رباني ءَ جي "**شيدو ڌاڙيل**"، اياز قادري جي "**بلو دادا**" يا بيگم زينت چنا جي ڪهاڻيءَ "**مني**" ۽ بشير موريا ڻيءَ جي ڪهاڻي "**ڇهڙيءَ**" جو مرڪزي خيال ذري گهٽ هڪجهڙو آهي. نہ فقط اهو بلڪ ساڳين ساڳين عنوانن تي ٽن ٽن ڪهاڻيڪارن، ڪهاڻيون لکيون آهن. ڪهاڻيون گهڻي ڀاڱي، بک، بيروزگاري، مظلوم هاري، ظالم وڏيري ۽ محبت جي ناڪامين تي لکيل آهن. ڏٺو وڃي تہ اهي مختلف ڪهاڻيڪارن جون ڪهاڻيون پڙهبيون تہ اهي هڪ جهڙيون نظر اينديون. هاري ۽ وڏيرو يا ڌاڙيل، سڀئي ڪهاڻيون هڪ ٻئي کان متاثر تي لکيل محسوس ٿين ٿيون. جيتوڻيڪ رشيد ڀٽيءَ جي "**بنڊ**"، بشير موريا ڻيءَ جي "**ڇهڙي**" ۽ "**ٽڪري**"، سراج جي "بهڻي"، بيگم زينت چنا جي "**مني**"، اياز قادريءَ جي "**بلودادا**" ۽ "**فرشتو**" رباني ءَ جي "**نئون مزدور**"، "**الا جهري مہ شال**"، "**آب حيات**"، ثميره جي "**وطن**"، نجم عباسيءَ جي "**دعا ۽ تاڙيون**" ۽ ٻين ڪيترن ڪهاڻيڪارن جون ڪهاڻيون سنڌيءَ جون بهترين ڪهاڻيون آهن. پر انهيءَ پوري دور ۾ **جمال ابڙو** سڀني کان مٿي بيٺل نظر اچي ٿو." *

1950ع جي ڏهاڪي ۾ لکيل ڪهاڻين تي مجموعي طرح طارق اشرف جي ڏنل راءِ ڏاڍي وزندار آهي، جنهن ۾ هن جمال ابڙي کي سڀني همعصر ڪهاڻيڪارن کان مٿي بيهاريو آهي. هونئن بہ جمال ابڙو ئي هن دور جو سڀني کان منفرد ۽ اهم ڪهاڻيڪار آهي. هن جي "**مختصر ڪهاڻيءَ**" جي فن تي ايندڙ بابن ۾ ڇنڊڇاڻ ڪئي ويندي، ڇاڪاڻ تہ هن تحقيق جو اهم مقصد جمال جي افسانہ نويسيءَ جي فن جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ آهي. جيئن تہ جمال ابڙي جون اڪثر لکيل ڪهاڻيون پنجاهہ جي ڏهاڪي جون آهن. پنجاهہ جي ڏهاڪي ۾ جمال ابڙي کان سواءِ ٻيا ڪيترائي ڪهاڻيڪار اچي وڃن ٿا، انهن سڀني جي فن جي پرک هنن صفحن ۾ ممڪن ڪانهي. هن دور ۾ اهڙا ڪهاڻيڪار بہ اچي وڃن ٿا، جن لکڻ تہ هن دور ۾ شروع ڪيو، سندن هڪ اڌ ڪهاڻيءَ بہ ڇپي، پر انهن جي سڄاڻپ سٺ جي ڏهاڪي ۾ ٿي. ٻيا اهڙا ڪهاڻيڪار بہ اچي وڃن ٿا، جن مقداري طرح تہ گهڻيون ڪهاڻيون تخليق ڪيون، پر اُهي پنهنجي دور تي ڪي بہ گهرا اثر ڇڏي نہ سگهيا. هن دور جي اڪثر ڪهاڻيڪارن جو هونئن بہ متئين مجموعي بحث ۾ ذڪر اچي چڪو آهي، ان ڪري هتي وڏيڪ انهن ڪهاڻيڪارن جي فن جي مختصر جائزي وٺڻ جي ڪوشش ڪجي ٿي، جيڪي هن دور جي سڃاڻپ آهن ۽ جن جي ڪهاڻين پنهنجي دور جي ادب تي گهرا اثر ڇڏيا آهن. جن ڪهاڻيڪارن ڪهاڻيءَ جي اوسر ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪيو آهي ۽ افساني جي فن کي ترقي وٺرائي آهي. ڪهاڻيءَ جي فن ۾ هنن جي نون تجربن، ٻين ڪهاڻيڪارن کي نيون واٽون ۽ رستا ڏيکاريا آهن.

هن دور جي اهڙن ڪهاڻيڪارن منجهان **شيخ اياز، غلام رباني، اياز قادري ۽ حفيظ شيخ** جا نالا نهايت اهم آهن. هنن ڪهاڻيڪارن جمال ابڙي سان گڏ سنڌي ڪهاڻيءَ جي بيٺل پاڙيءَ ۾ پٽر

---

* (12- ڪتاب: "30 **سالن جون چونڊ ڪهاڻيون**" پاڳو. سهيڙيندڙ: **طارق اشرف** صفحو 22—21)

اچليو ۽ سنڌي ڪهاڻيءَ کي جديد عالمي معيارن تي رسائڻ جي ڪوشش ڪئي. شيخ اياز توڙي جو ورهاڱي کان اڳ ڪهاڻيون لکيون، پر پوءِ به سندس ڪهاڻين ۾ وڌيڪ فني پختگي ۽ ادبي سجاڳپ هن دور ۾ ئي تي آهي، ان ڪري انهيءَ کي شامل ڪرڻ ضروري سمجهيو ويو آهي. هيٺ هنن ڪهاڻيڪارن جي افسانوي فن جو مختصر جائزو پيش ڪجي ٿو.

**شيخ اياز:** هي موجوده دور ۾ سنڌي ٻوليءَ جو تمام وڏو شاعر آهي ۽ سندس شاعريءَ جا ڪيترائي مجموعا ۽ ٻيا نثر جا ڪتاب ڇپجي چڪا آهن. هو وڏو شاعر هجڻ سان گڏوگڏ وڏو ڪهاڻيڪار به آهي. سندس ڪهاڻين جا ٻه مجموعا هڪ. "**سفيد وحشي**" ورهاڱي کان اڳ ۽ ٻيو "**پنهل کان پوءِ**" ورهاڱي کان پوءِ شايع ٿيو. توڙي جو شيخ اياز موجوده دور ۾ ڪهاڻيون نه لکيون آهن، پر افسانوي ادب ۾ سندس شروعاتي ڪهاڻيون سنگ ميل جي حيثيت رکن ٿيون ۽ فني شاهڪار آهن. شيخ اياز ئي سنڌي ڪهاڻي جي ٻيڙهه جو پتر رکيو. هن جي شاعريءَ ڏانهن وڌيڪ لاڙي رکڻ ڪري سندس افسانوي پهلو جهڪو ٿي ويو. **جمال ابڙي** چواڻي "**موجوده سنڌي افساني جو باني شيخ اياز آهي.**" هن ڪيترين ئي ڪهاڻيون لکيون آهن. جن ۾ سفيد وحشي، ڪارو رنگ، شرابي، رولو، نظيران، رفيق، ڪلڻي، مسافر مڪراني، چار ايڪڙ ٻني، پنهل کان پوءِ، ڳجهه، ڏران، جي تند برابر توريان ۽ ٻيون شامل آهن. هن هر موضوع تي ڪهاڻيون لکيون آهن. سندس موضوعن ۾ ٻنگيني آهي ۽ انهن ۾ يڪسانيت يا هڪجهڙائي نه آهي، توڙي جو اهي ساڳئي سماج مان ڪنيل آهن. "**سفيد وحشي**" سندس بهترين ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ هن نيويءَ جي بغاوت جي پس منظر ۾ ملاحن جي زندگيءَ جو عڪس چٽيندي، انگريزن خلاف ڏڪار جو جذبو پيدا ڪيو آهي. "**ڪارو رنگ**" ۽ "**شرابي**" سندس ٻه اهم ڪهاڻيون آهن، جن ۾ هن انساني نفسيات جي پيچيدگين جو سٺي نموني ڇيد ڪيو آهي. "**ڪارو رنگ**" ۾ انساني سيرت ۽ ڪردار کي وڌيڪ اهميت ڏني وئي آهي، جڏهن ته "**شرابي**" ۾ انساني عظمت کي اجاگر ڪيو ويو آهي.

"**رفيق**"، مزدورن جي اتحاد تي، "**مسافر مڪراني**"، ٻار جي فطرت تي، "**نظيران**" عورت جي مظلوميت جي داستان تي، "**ڳجهه**"، هندو مسلم فسادن تي، "**رولو**"، وطن دوستيءَ جي جذبي تي، "**چار ايڪڙ ٻني**" سنڌي هاريءَ جي ڏتڙيل زندگيءَ تي، ۽ "**جي تند برابر توريان**"، هڪ سنڌي شاعر جي زندگيءَ تي لکيل ڪهاڻيون آهن.

شيخ اياز جي ڪهاڻين جا ڪردار غير معمولي ۽ تخيلي به آهن ته وري عام زندگيءَ مان به ڪنيل آهن. هن نج سنڌي ماحول ۾ پلجندڙ ڪردارن جي عڪاسي ڪئي آهي، جن ڪردارن کي ڪهاڻين ۾ مقامي پس منظر ۾ نهايت گهرائيءَ سان پيش ڪيو ويو آهي. ڪهاڻين ۾ ڪردارن جي سٺي نموني نفسياتي ڇنڊ ڇاڻ ٿيل آهي. ڪهاڻين ۾ ڪٿي ڪٿي واقعا هترادو ۽ غير حقيقي لڳن ٿا. جڪي ڪهاڻيءَ ۾ خاص مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ زوريءَ ڏنا ويا آهن. تنهن هوندي به خوبصورت ۽ ذبڻ سنڌي ٻولي استعمال ڪرڻ ڪري، ڪهاڻيون پنهنجو اثر ڇڏين ٿيون. شيخ اياز جي ڪهاڻين کي ڪٿي ڪٿي نظرياتي پرچار ۽ پروپيگنڊا جو عنصر پڻ ڪمزور بنائي ٿو. هن جي ڪهاڻين جو اسلوب ۽ زبان خوبصورت ۽ رسيلي هجڻ جي باوجود ڪهاڻين تي

شعريت ۽ رومان ڇانيل آهي. ڪٿي ڪردار ڳالهائڻ بند تا ڪن ۽ اهي گونگا ٿي وڃن ٿا ۽ فلسفي ۽ شاعر **اياز** ڳالهائڻ لڳي ٿو. تنهن هوندي بہ "اياز" جي ڪهاڻين جي منفرد اسٽائل، حقيقت نگاريءَ جي رنگ ۽ خوبصورت ٻوليءَ ۽ مقامي پس منظر ۾ ڪردار پيش ڪرڻ جي ڪري، سنڌي ادب ۾ نهايت اهم جڳهہ والارين ٿيون. سنڌي زبان جي مشهور ڪهاڻيڪار **آغا سليم**، اياز جي ڪهاڻين تي راءِ ڏيندي لکيو آهي تہ، "اياز جي ڪهاڻين نئين نسل کي ڏاڍو متاثر ڪيو. سندس مخصوص ۽ منفرد اسٽائل، حقيقت نگاري، سنڌ جي پس منظر ۾ زندگيءَ جي ساهہ کڻندڙ، جيئرن جاڳندڙن سنڌي ڪردارن پڙهندڙن کي ڏاڍو متاثر ڪيو ۽ نون لکڻ وارن کي راهہ ڏيکاري. سندس ڪهاڻيون "نوران"، ڪلٽي"، "ڪارو رنگ" ۽ هندو مسلم فسادن جي موضوع تي لکيل ڪهاڻي "ڳجهہ"، اڄ بہ سنڌي ادب ۾ اوچو مقام والارن ٿيون. *

اياز جي ڪهاڻين تي **ڊاڪٽر غلام علي الانا** لکي ٿو تہ.

"شيخ اياز نئين رنگ ۽ ڍنگ جو مالڪ آهي. هن جي افسانن ۾ مقامي ماحول ۽ مقامي زندگيءَ جي جهلڪ نظر اچي ٿي. شيخ اياز جي افسانن جا سورما ۽ سورميون سنڌي ماحول جا آهن، جنهن ڪري سندس افسانا سنڌي ادب ۾ هڪ خاص درجو رکن ٿا." *

**غلام رباني:** ورهاڱي کان پوءِ سنڌي زبان ۾ جيڪي پلوڙ ڪهاڻيڪار اڇي وڃن ٿا، تن ۾ غلام ربانيءَ جو نالو نهايت اهم آهي. هي پنهنجي همعصر ڪهاڻيڪارن جي ڀيٽ ۾ منفرد خاصيتن جو مالڪ آهي. سندس الڳ سڃاڻپ آهي. هن جي لکڻ جي پنهنجي اسٽائيل آهي. هن جي ڪهاڻين جا بہ مجموعا "**آب حيات**" ۽ "**افسانا**" ڇپجي چڪا آهن. غلام ربانيءَ جي ڪهاڻين ۾ خاص طور تي ٻهراڙيءَ جي جيوت جي عڪاسي ٿيل آهي. هن پنهنجين ڪهاڻين ۾ نج سنڌي ماحول کي چٽيو آهي. سندس ڪهاڻين ۾ منظر نگاري، ٻولي جي ادائيگي ۽ لب ولهجو ماحول جي مناسبت سان ملي ٿو. ڳوٺن جي زندگيءَ ۽ ڪردارن جو ڳوناٺو لهجو، مناسب سنڌي لفظن جي چونڊ، اصطلاحي ۽ پهاڪن واري زبان، ۽ خوبصورت اسلوب بيان، هن جي ڪهاڻين جون خاص خصوصيتون آهن. هن جي ڪهاڻين جا ڪردار تمام گهڻو عذاب ڀوڳين ٿا. سندس اڪثر ڪردار، جاگيرداريءَ ۽ وڏيرا شاهيءَ جي نظام جا ستيل آهن. ڪردار پنهنجي مظلوميت جون دانهون ڪندا رهن ٿا ۽ شڪستون کائيندا رهن ٿا. انهن ۾ اها جان نہ آهي، جيڪا هٿڻ ڪيي، نہ ڪي اهڙي ڪا منظم جدوجهد ڪن ٿا، جيڪا اجتماعي سطح تي هلي ڪاميابيءَ ڏانهن وڃي.

**ڊاڪٽر غلام علي الانا** "**چونڊ سنڌي افسانا**" جي مهاڳ ۾ لکي ٿو تہ. "غلام رباني جو بہ چڱن افسانہ نگارن ۾ شمار ٿئي ٿو. هن جي افساني ۾ ڳوٺاڻي زندگيءَ جو عڪس گهڻو پيش ڪيل آهي. هن جي افسانن جو مقصد وڏيرا شاهيءَ خلاف نفرت پڙڪائڻ آهي. منظر نگاري، موزون لفظن جو انتخاب، هن جي افسانن جي خاص خوبي آهي." *

---

* (13- نئين زندگي، ڪراچي، جنوري 1968ع صفحو 34)

* (14) ڪتاب: "**چونڊ سنڌي افسانا**" مرتب: **ڊاڪٽر غلام علي الانا**، صفحوي)

* (15- ڪتاب: "**چونڊ سنڌي افسانا**" مرتب: **ڊاڪٽر الانا**، صفحو ڪ)

غلام رباني جون ڪهاڻيون پڙهندي، داستان گوئيءَ ۽ قصہ گوئيءَ وارو انداز محسوس ٿئي ٿو. حالانڪ، ڪهاڻيون قصي يا داستان جيڏيون طويل يا ماورائي نہ آهن، پر ٻوليءَ ۽ انداز بيان مان ائين لڳي ٿو. غلام ربانيءَ ڪيترين ئي ڪهاڻيون لکيون آهن. سندس ڪهاڻي "**آب حيات**" سنڌيءَ جي هڪ ڪامياب فئنٽسي آهي. سندس ٻيون ڪهاڻيون، "**پيار جي پري**" ۽ "**جي مان پل هجان ها**" پڻ فئنٽسيءَ جي انداز ۾ لکيل آهن. اهي پڙهندڙن کي موهي وجهن ٿيون ۽ انساني عظمت کي اجاگر ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿيون.

ربانيءَ جون ٻيون اهم ڪهاڻيون "**هونداسي حيات**"، ۽ "**ٻـري هـن ٻنيـور ۾**" آهن. پهرين ڪهاڻيءَ ۾ جاگيرداريءَ خلاف بغاوت جو منظر ڏيکاريو ويو آهي. ڪهاڻيءَ ۾ هر ڳالهہ بيانيہ انداز ۾ ڏني وئي آهي. ڪهاڻيءَ جي ڊيگهہ پڙهندڙن کي ٿڪائي وجهي ٿي. ڪهاڻيءَ ۾ اهڙا شديد واقعا بہ نہ ڏنا ويا آهن، جن جي ڪري وڏيري سان نفرت جاڳي ۽ مظلوم گڏجي ۽ ٻين هارين جو شديد ردعمل وڏاءُ نہ لڳي ۽ مظلوم ڪردار جي ڦاهيءَ چڙهڻ تي عوام ۾ هلچل جنم وٺي. ڪهاڻيءَ جي پڇاڙي نيڪ آهي. پر ڪهاڻيءَ ۾ ڪردارن جي چرپر مڪينيڪل آهي، البتہ ٻوليءَ ۽ منظر نگاريءَ جي ڪري ڪهاڻي پنهنجو اثر ڇڏي ٿي. "**ٻري هن ٻنيور ۾**" ڪهاڻي ٻوڏ جي پس منظر ۾ لکيل آهي، ڪهاڻيءَ ۾ ٻوڏ جي ماحول کي خوبصورتيءَ سان بيان ڪيو ويو آهي، پر ڪهاڻي ۾ ڪردارن کي زوريءَ ٻوڏ جو شڪار ڪيو ويو آهي ۽ ڪين بيوس ڏيکاريو ويو آهي.

غلام رباني جي مشهور ڪهاڻي "**شيدو ڏاڙيل**" آهي. اسان جي سماج ۾ ماضيءَ ۾ اهڙا ڪردار اڀريا آهن، جيڪي سماجي جبر جي ڪري ٻي واهہ نہ ڏسي "**ڏاڙيل**" ٿيا آهن. ليڪ ڏاڙيل کي ظالم نہ، اصل ۾ وڏيرا شاهيءَ کي ظالم ڏيکاري ٿو. جيڪا ڏاڙيلن کي جنم ڏئي ٿي ۽ انهن کي استعمال ڪري مارائي ڇڏي ٿي.

"**شيدو ڏاڙيل**" تي **رسول بخش پليجي** جي راءِ آهي تہ،

"شيدو ڏاڙيل جو مرڪزي ڪردار (خيال) نهايت وڻندڙ آهي، واقعات توڙي ڪردار نگاريءَ ۾ تمام سادگي ۽ سچائي آهي. ايتريقدر جو پلاٽ ۾ حقيقت نگاريءَ جو رنگ پرجي آيو آهي. ان ڪري ٻوليءَ ۽ اسلوب ۾ اصليت پيدا ٿي آهي ۽ ٽيڪنڪ ۾ فطري حسن اٿلجي آيو آهي. ليڪن ايترين خوبين هئڻ جي باوجود ليڪ شيدو ڏاڙيل جي ڪردار کي اڀارڻ ۾ بلڪل ناڪام ويو آهي. ان ۾ ڪو بہ رت ست يا امنگ ۽ جذبو محسوس نہ ٿو ٿئي. جن ۾ حالتن سان مقابلو ڪرڻ جي ڪا بہ قوت نہ آهي ۽ هوائن جي زور تي هن جي شخصيت صرف هڪ ڪک پن وانگر محسوس ٿئي ٿي، هيءَ مختصر ڪهاڻي حقيقي رنگ رکندي بہ اتساهيندڙ نہ آهي. *

غلام ربانيءَ جي ڪجهہ ڪهاڻين تي **شيخ اياز** راءِ ڏيندي لکيو آهي تہ، ربانيءَ جون ڪهاڻيون"**غريبن جي جهوپڙي**"، "**پن ٻوڙين پاتال ۾**"، "**هونداسي حيات**"، "**شيدو ڏاڙيل**" ۽ "**ٻري**

---

* (16-- ڪتاب: "آزادي کان پوءِ سنڌي افسانوي ادب جي اوسر" ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي صفحو 8485)

**هن پنيور ۾** " بوليءَ، ڪهاڻيءَ جي اوسر ۽ پڄاڻيءَ، ڀهراڙي جي عڪاسيءَ، سنڌ جي پيڙيل ۽ ڏتڙيل عوام سان گهري دلچسپيءَ ۽ همدرديءَ سبب سنڌي ادب جو لازوال حصو بڻجي چڪيون آهن. رباني متين ڪهاڻين ۾ جو ڪجهه لکيو آهي، سو سنڌ جي مظلوم عوام جي باري ۾ صاف ۽ واضح آهي، ۽ هن جي روح مان ائين نڪتو آهي جيئن ڪنهن گهري زخم مان خون نڪرندو آهي." *

**اياز قادري:** ڊاڪٽر اياز قادري ورهاڱي کانپوءِ جي اهم افسانہ نگارن منجهان هڪ آهي. هن 1954ع کان ڪهاڻيون لکڻ شروع ڪيون. سندس ڪهاڻين جو مجموعو "**بلودادا**" شايع ٿيل آهي. هي سنڌي ادبي سنگت سنڌ جو پهريون مرڪزي سيڪريٽري رهي چڪو آهي. ڪراچي يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي جو چيئرمين ۽ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي چيئر جو باني پڻ رهي چڪو آهي. هن پنهنجي ادبي سفر جي شروعات شاعري کان ڪئي ۽ گهڻو پوءِ افسانا لکڻ شروع ڪيائين. هن ڪيترائي افسانا لکيا آهن، پر سندس "**بلودادا**" "**مان انسان آهيان،**" "**فرشتو**" "**ڪفن چور**" "**ڀهروپي**" "پوڪ" ۽ "**ليبر**" مشهور افسانا آهن. **موهن ڪلپنا** جي راءِ آهي تہ "منهنجي اياس موجب، ورهاڱي کان پوءِ سنڌ ۾ نئين ڪهاڻيءَ جو باني اياز قادري آهي ۽ ان کان پوءِ هن سان گڏ غلام رباني ۽ جمال ابڙو آهن."

"**بلودادا**" ۾ اياز قادري شهري ماحول ۾ بظاهر هڪ غنڊي جي ڪردار کي ڏيکاريو آهي، جيڪو پنهنجيءَ سگهہ سان جبر جي قوتن سان مهاڏو اٽڪائي ٿو. هن ڪهاڻيءَ ۾ ظالم قوتن کي ننگو ڪيو ويو آهي، جيڪي انسانيت جي جذبي کان خالي آهن. ساڳئي وقت غريبن، مجبور ۽ بيڪس انسانن جي زندگيءَ جو عڪس بہ ڏيکاريو ويو آهي. هن ڪهاڻيءَ ۾ سٺي واقعات نگاري ٿيل آهي. ٻن ٽڻن واقعن جي پوبان ڪردار جا عمل پڙهندڙن ۾ پنهنجي لاءِ همدرديءَ جو جذبو پيدا ڪن ٿا. اهڙا ڪردار معاشري ۾ موجود رهيا آهن، پر سوچڻ جي ڳالهہ اها آهي تہ ڇا اهڙن انفرادي ڪردارن جي چڱاين رستي معاشري ۾ ڪا اجتماعي تبديلي آڻي سگهجي ٿي؟

ڪجهہ ڪهاڻيڪارن چيو تہ "**بلودادا**"، **منٽو** جي ڪهاڻي "**ممودادا**" کان متاثر ٿي لکيل آهي. **شيخ حفيظ** لکيو آهي تہ "جيتوڻيڪ اياز قادريءَ جو افسانو منٽو جي متي بيان ڪيل افساني کان بلڪل مختلف هو، پر تنهن هوندي بہ ان ۾ "**منٽوئيت**" پئي جهلڪيون ڏئي."

"**مان انسان آهيان،**" هيءَ ڪهاڻي ورهاڱي جي پس منظر ۾ لکيل آهي، جنهن ۾ هندو — مسلم فسادن جي عڪاسي ڪئي وئي آهي ۽ انهن حالتن جي بهترين انداز ۾ منظر نگاري پڻ ڪئي وئي آهي. ليکڪ "**فقير بابا**" جو هڪ صوفي ڪردار پيش ڪيو آهي، اهو چڻ تہ سنڌ جي پرامن سرزمين جو اهڃاڻ آهي. ليکڪ ڏيکاريو آهي تہ ورهاڱي کان اڳ ۾ حالتون ڪيتريون نہ پرامن هيون، انساني قدر حاوي هئا، هڪ ٻئي جي مذهبن ۽ فرقن جو احترام هو، پر ورهاڱي وارو عمل ڪيترو نہ اذيتناڪ هو، جنهن انسانيت کي ڇيهون ڇيهون ڪري ڇڏيو ۽ ورهاڱي جي عمل انساني قدرن کي

---

* (17) ڪتاب: "افسانا" ليکڪ: **غلام رباني** — مصنف بابت: **شيخ اياز**، بئڪ ٽائيٽل

کيڏو نہ نقصان پهچايو. تنهن هوندي بہ ڪهاڻيءَ جو مرڪزي ڪردار مذهبي جنونين کان زخم کائڻ کان پوءِ بہ پنهنجي صدين کان مليل ورثي ۾ صوفياڻي روايت ۽ انسانيت واري ڳالهہ تي مرڻ گهڙيءَ تائين قائم آهي. ليکڪ ڪهاڻيءَ جي پڇاڙي ڏاڍي پر اثر ڪئي آهي.

اياز قادريءَ جي ٻي اهم ڪهاڻي "**فرشتو**" آهي. هن ڪهاڻيءَ ۾ مزدورن جي ڏکويل ۽ دردناڪ زندگيءَ کي ڪاميابي سان پيش ڪيو ويو آهي. پر ڪهاڻيءَ جي پڇاڙيءَ ۾ پڙهندڙ جي ذهن ۾ ڪجهہ سوال اڀرن ٿا تہ ڇا ڪردار ٻاران ماءُ کي توهر جي زهر مان ڀريل شيشي دوا جي نالي ۾ ڏيڻ فطري لڳي ٿو"؟ مزدور تي ڪنور حالتن جو دٻاءُ ۽ غربت پنهنجي جاءِ تي حقيقت آهن.

"**ليڊر**" ڪهاڻيءَ ۾ نام نهاد اڳواڻن کي وائکو ڪيو ويو آهي.

اياز قادريءَ جي افسانن جي زبان نهايت سولي ۽ سواد واري آهي. هن جي ڪهاڻين ۾ ڀرپور حسن هجڻ جي ڪري وڏي دلڪشي پيدا ٿئي ٿي. اياز قادريءَ جي مجموعي "**بلودادا**" جي ديباچي ۾ **عبدالحليم جوش** لکيو آهي تہ:

"سنڌ جي موجوده افسانہ نگارن ۾ اوهان کي اهڙا ڪي ٿورا ملندا. جن جي افسانن کي فن، زبان ۽ افاديت جي لحاظ کان معياري سڏي سگهجي. انهن ڪن ٿورڙن بلند پايہ افسانہ نگارن مان اياز قادري پنهنجي علمي سنجيدگيءَ جي لحاظ کان منفرد، موضوع ۽ مواد جي اعتبار کان ممتاز نظر اچي ٿو. *

اياز قادريءَ جون ڪهاڻيون زندگيءَ جون زنده حقيقتون آهن. هن پنهنجين ڪهاڻين ۾ نعريبازيءَ ۽ پرچار کي اهميت نہ ڏني آهي. هن ڪهاڻين جا پلاٽ ۽ ڪردار روزاني زندگيءَ مان کنيا آهن. پر انهن کي افسانوي رنگ ڏيندي، ڪٿي ڪٿي گهري سماجي شعور جي کوٽ محسوس ٿئي ٿي، ڇو تہ ليکڪ رڳو حقيقتن جو فوٽوگرافر نہ آهي، پر ان کان وڌيڪ آرٽسٽ بہ آهي ۽ زندگيءَ کي تبديلي ڏانهن بہ وٺي ويندڙ آهي. ڊاڪٽر اياز قادريءَ جي پنهنجن ڪردارن جي باري ۾ راءِ آهي تہ "منهنجن افسانن جا ڪردار نہ فرشتا آهن، نہ شيطان، هو فقط سادا سودا انسان آهن، جن ۾ ڪيترين خوبين سان گڏوگڏ خاميون بہ آهن." *

**حفيظ شيخ**: حفيظ هن دور جو سدا بهار ليکڪ آهي، افسوس آهي جو موت کيس مهلت نہ ڏني، نہ تہ هن جو فن اجا بہ نکري ها. هن ٻارنهن يا ڪجهہ وڌيڪ ڪهاڻيون لکيون آهن. سندس ڪهاڻين جو مجموعو "**ساگر جي لهرن تي**" بہ ٽي ڇاپا ڇپجي چڪو آهي. هن پنهنجن ڪهاڻين جا پلاٽ توڙي واقعا يا ڪردار روزمره جي زندگيءَ مان کنيا آهن. هن پنهنجين ڪهاڻين تي پاڻ راءِ ڏيندي لکيو آهي تہ:

"منهنجون آکاڻيون بند ڪمرن ۾ ويهي شراب جا پيگ چاڙهي ڪين لکيون وينديون آهن ۽ اهي

---

* ڪتاب: "**بلودادا**" ليکڪ: **اياز قادري**، صفحو نمبر 12

* (20- ڪتاب: "**بلودادا**" ليکڪ: **اياز قادري**، صفحو 20)

عڪس آءُ جيئري جاڳندي جندڙيءَ جي رنگن مان چورائيندو آهيان. منهنجي اکاڻين ۾ سرو جا وڻ، آلوچي جا درخت، زعفران جا گل ڪين اسرندا آهن. بہ چار مرڪون، ٿورا لڙڪ اثاثو هوندو اٿن. انهن لڙڪن ۽ مرڪن جا نقش جهٽڻ لاءِ آءُ ڪيترا ڏينهن ويڳاڻو ٿي گهمندو وتندو آهيان. ۽ پوءِ جيڪي پٽ پوندو اٿم. سو ڪنهن ڪندڙيءَ ۾ ويهي لکي ڇڏيندو آهيان." *

هن جي ڪهاڻين ۾ حقيقت ۽ رومان جو سنگم ملي ٿو. سندس ڪهاڻين لکڻ جو اسلوب پنهنجي دور جي ٻين ڪهاڻيڪارن کان مختلف آهي، جنهن ۾ هن جو پنهنجو مزاج بہ سمايل آهي. ڪجهہ ڪهاڻين جو هو پاڻ ڪردار آهي. مقامي ماحول کي هن خوبصورتيءَ سان چٽيو آهي. سندس ٻولي ايڏي ميناج پري ۽ پرڪشش آهي، جو پڙهندڙ اُن جي سحر ۾ گم ٿي وڃي ٿو.

هن پنهنجي ڪهاڻين "ساگر جي لهرن تي"، "**پن ڇوڙين پاتال ۾**" ۽ "**مبارڪون**" ۾ عورت تي ٿيندڙ ظلمن جي عڪاسي ڪئي آهي ۽ عورت جي نپوڙيل ۽ چيڀاٽيل احساسن جي عڪاسي ڪئي آهي "**ٻہ ٻاجا**" سندس مشهور ڪهاڻي آهي. هن ڪهاڻيءَ ۾ هيرو فوج ۾ وڃڻ جي ڪري هيروئن کان وڇڙي وڃي ٿو. پويان هيروئن جي شادي ٿي وڃي ٿي. هو چوٿين پيري ڳوٺ موڪلن تي اچي ٿو ۽ هن کي نل تي پاڻي پريندي ٻارن جي ولر سان ڏسي ٿو تہ ڪيس سندس پراڻو حسن ياد پوي ٿو. ليکڪ ڪهاڻيءَ جي آخر ۾ ماءُ جي ٻارن سان گڏ هجڻ تي ڪين جانورن سان تشبيهہ ڏئي ٿو، جنهن سان ڪهاڻي زخمي ٿي پوي ٿي. هن جي ڪهاڻين ۾ ميناج سان گڏ بغاوت بہ آهي، جيئن ڪهاڻي "**ساگر جي لهرن تي**" جي عورت حالتن کان تنگ اچي پنهنجي مستقبل جو فيصلو پاڻ ڪري ٿي، حفيظ جي هڪ ٻي مشهور ۽ مجيل ڪهاڻي آهي "**امان مان اسڪول ڪونہ ويندس**"

هن ڪهاڻيءَ جي حوالي سان حفيظ جي سنڌي ادب ۾ سڃاڻپ آهي. هيءَ ڪهاڻي ماستر جي ٻارن کي بي رحمانہ مارڪٽ واري ڪلچر جي خلاف بغاوت جو ڀرپور اظهار آهي، ڇاڪاڻ تہ مار جي ڪري ٻار جون ذهني صلاحيتون ختم ٿين ٿيون. پر ان جي زندگيءَ بہ ختم ٿي وڃي ٿي. هيءَ اڄ جي نہ، پر شروعاتي مدرسن ۽ مسجد اسڪولن جي ڪهاڻي آهي. ڪهاڻيڪار سڌي سنئين انداز ۽ ٻوليءَ ۾ ٻار جي نفسيات، ڪشمڪش ۽ پيڙا کي بيان ڪيو آهي.

موهن ڪلپنا پنهنجي هڪ مضمون ۾ هن ڪهاڻيءَ کي فن جي لحاظ کان ڪمزور ڪهاڻي سڏيو آهي.

**موهن ڪلپنا**، حفيظ شيخ جي ڪهاڻين تي راءِ ڏيندي چيو آهي تہ،

"جيئن سويو گيانچنداڻي ڪهاڻيون لکندي بہ مضمون نگار لڳي ٿو، تئين حفيظ شيخ بہ ڪهاڻيڪار گهٽ، اخبار نويس وڌيڪ لڳي ٿو. وٽس خبرون ڏيڻ جي ذات آهي، پر ڪهاڻيءَ کان بنهہ اوپرو ٿو لڳي." *

---

* (21) ڪتاب: "**ساگر جي لهرن تي**" ليکڪ: **حفيظ شيخ**، صفحو 57

* (22- ڪتاب: سنگت پبليڪشن "**ڪهاڻي نمبر**" مرتب: ادل سومرو، صفحو 62)

"**فقير رمندا رهيا**"، "**ٽوانو**" ۽ "**هز ماسٽرس وائيس**" پڻ حفيظ جون چڱيون ڪهاڻيون آهن. جن ۾ انسان جي زندگيءَ جي مختلف پهلوئن جي عڪاسي ڪئي وئي آهي.
حفيظ شيخ جي ڪهاڻين تي **ممتاز مهر** جي راءِ آهي تہ:
"انهي دور جو بيو هڪ قابل قدر ڪهاڻيڪار شيخ حفيظ مرحوم هو. جنهن پڻ جمال ابڙي وانگر ٿوريون ڪهاڻيون لکيون. جيڪي گهڻي ڀاڱي شهري جيوت (هينين – وچولي ۽ پورهيت طبقي) جي عڪاسي ڪندڙ آهن."
"شيخ حفيظ جي ڪهاڻين جو انداز بيان نرم ۽ ڪردارن جو ورتاءُ فطري نظر ايندو ۽ ٻولي عام رواجي – حفيظ جي ڪهاڻين ۾ نفسياتي عنصر پختو نظر ايندو." *



* (23) ڪتاب: "سنڌ ۾ سنڌي ڪهاڻيءَ جي اوسر." ليکڪ. **ممتاز مهر**. صفحو 15—14)

باب چوٿون

# جمال ابڙو ۽ سندس مختصر ڪهاڻي:

جمال ابڙو، سنڌ جي اهم افسانہ نگارن منجهان هڪ آهي. هن جي ڪهاڻين جو مجموعو "**پشو پاشا**" زندگي پبليڪشن پاران 1959ع ۾ حميد سنڌيءَ ڇپايو هو. ٻيو ڇاپو "**بدمعاش**" جي نالي ۾ 1972ع ۾ طارق اشرف ڇپايو. هن ڇاپي جون سيئي ڪاپيون هڪ ئي ڏينهن ۾ ختم ٿي ويون. ٽيون ڇاپو 1976ع ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ پاران اياز قادريءَ ڇپايو. چوٿون ڇاپو "**جمال ابڙو، ڪهاڻيون – مضمون – شخصيت**" سنڌ ڪلچر ڊپارٽمينٽ پاران 1992ع ۾ ڇپايو ويو آهي، جنهن ۾ جمال ابڙي جون چار وڌيڪ ڪهاڻيون مضمون ۽ مهاڳَ ۽ ڪجھ سندس شخصيت جي باري ۾ مواد پڻ شامل آهي. جمال پنهنجي پنجيتاليهن سالن جي ادبي عمر ۾ ڪل سورنهن ڪهاڻيون لکيون آهن. جيڪي سڀ چوٿين ڇاپي ۾ موجود آهن. ميڪسم گورڪيءَ جي سندس ترجمو ڪيل ڪهاڻي "**پاشا**" پڻ هن مجموعي ۾ آهي. تازو جمال ابڙي پاڻ ٻڌايو تہ وٽس ڇھ اڻپوريون ڪهاڻيون لکيل آهن. جيڪي هو اجا مڪمل ڪري نہ سگهيو آهي. هو اڄڪلھ وقتي طرح خاموش آهي ۽ ڪا سندس نئين ڪهاڻي نہ ڇپي آهي: تنهن هوندي بہ اهو بلڪل نٿو چئي سگهجي تہ هن جي لکڻ جو سفر پنهنجي پڄاڻيءَ تي پهچي چڪو آهي. ٽي پيرا ڪيس "**دل جو دورو**" پيو آهي ۽ ڊاڪٽرن ڪيس لکڻ ۽ پڙهڻ کان جهلي ڇڏيو آهي. تخليقڪار ۽ فنڪار جو ذهن ڪڏهن بہ ماٺ ۾ نہ رهندو آهي، اهو ضرور لڇندو، تڙپندو ۽ ڦٿڪندو رهندو آهي. ممڪن آهي تہ جمال ابڙي جي ذهن ۾ هن وقت ڪيتريون ئي ڪهاڻيون جنم وٺنديون هجن، جيڪي اڳتي هلي لکت جي صورت ۾ اسان جي آڏو اچن: جو تہ ڪهاڻي تخليق ڪرڻ جو عمل گهڻو وقت وٺندو آهي ۽ ڪهاڻي هڪ ڏينهن ۾ جنم نہ وٺندي آهي. ڪهاڻين جو سفر ڪٿي بہ بيهڻو نہ آهي ۽ زندگيءَ جيان سدائين جاري رهڻو آهي. جمال ابڙي تازو پنهنجي اڻڇپيل انٽرويوءَ ۾ چيو آهي تہ "**جڏهن بہ پڙهان ٿو، ڏسان ٿو تہ اڌما اٿن ٿا ۽ لکڻ لاءِ تڙپ پيدا ٿئي ٿي.**"

جمال ابڙي ڪهاڻي لکڻ جي شروعات گورنمينٽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي ۾ پڙهڻ واري زماني کان ڪئي، جيڪا سندس ابتدائي ڪوشش هئي. موهن ڪلپنا ۽ طارق اشرف ڪهاڻيءَ متعلق لکيل پنهنجن مضمونن ۾ جمال جي ڪهاڻيءَ "**پيرائيءَ**" کي ورهاڱي کان اڳ جي ڪهاڻي ڪري ڄاڻايو آهي، جڏهن تہ جمال جي پهرئين ڪهاڻي "**هو حر هو**" هئي جيڪا هفتيوار "**طوفان**" حيدرآباد ۾ 1949ع ۾ شايع ٿي. 1959ع ۾ سندس ٻارهن ڪهاڻين تي مشتمل پهريون مجموعو "**پشو پاشا**" شايع ٿيو. 1963ع ۾ لاڙ جي ڪلچر جي پس منظر ۾ "لاٽ" ڪهاڻي لکيائين. 14 سالن جي ڊگهي خاموشيءَ ڪانپوءِ سندس شاهڪار ڪهاڻي "**سيند**"، سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي جي ادبي رسالي "پرک"، 77–1976ع ۾ شيخ اياز ڏانهن لکيل خط سان گڏ شايع ڪئي. جنرل ضياءُ الحق جي مارشل لا جي دور ۾ "**فرشتو**" ڪهاڻي لکيائين، جيڪا هفتيوار "برسات" ۾ يوسف شاهين شايع ڪئي. 1990ع ۾ نسلي فسادن جي پس منظر ۾ "**ماءُ جي جهولي**" ڪهاڻي لکيائين. جيڪا هن وقت تائين سندس لکيل ڪهاڻين ۾ آخري ڪهاڻي آهي. جمال جي سورهن

کهاڻين ۾ **"مان مڙد"**، **"بدتميز"**، **"بيراڳي"**، **"شاهه جو فقر"**، **"بدمعاش"**، **"منهن ڪارو"**، **"هوجر هو"**، **"ڪارو پاڻي"**، **"مهرباني"**، **"خميسي جو ڪوٽ"**، **"لاري"**، **"پشو پاشا"**، **"سينڌ"**، **"فرشتو"**، **"لاٽ" ۽ "ماءُ جي جهولي"** اچي وڃن ٿيون.

جمال جيتوڻيڪ تعداد جي لحاظ کان تمام ٿوريون ڪهاڻيون لکيون آهن، پر آهي فني توڙي معنوي اعتبار کان سنڌي ادب جون شاهڪار ڪهاڻيون آهن. اڄ سنڌ جي افسانوي ادب جي آسمان تي جمال ابڙي جي حيثيت هڪ روشن ستاري جيان آهي. سنڌي ادب جا سڀ پارکو نقاد هن راءِ جا آهن ته ورهاڱي کان پوءِ مختصر ڪهاڻيءَ کي نئون موڙ ڏيندڙ جمال ابڙو آهي. هيءَ پهريون ڪهاڻيڪار آهي، جنهن مختصر ڪهاڻيءَ کي جديد حقيقت نگاريءَ وارو سگهارو روپ ڏنو آهي. توڙي جو ان کان اڳ ۾ حقيقت نگاريءَ جي ابتدائي شڪل، امر لعل هنگوراڻيءَ، آسانند مامتورا، جيٺمل پرسرام، عثمان علي انصاريءَ، نادر بيگ مرزا ۽ ٻين جي ڪهاڻين ۾ ملي ٿي، پر انهيءَ شيءِ کي جمال ابڙي نوس شڪل ۾ پيش ڪيو آهي. هن جي ڪهاڻين ۾ اسان کي فن ۽ فڪر جو خوبصورت سنگم ملي ٿو. اڄ جمال ابڙي جي ڪهاڻين کان سواءِ سنڌي ڪهاڻيءَ جو تصور اڻپورو آهي: ان ڪري سنڌي ڪهاڻيءَ کي سمجهڻ لاءِ ضروري آهي ته جمال ابڙي جي ڪهاڻين کي سمجهيو وڃي ۽ انهن تي تحقيق ڪجي. جيئن ته جمال ابڙي جي سنڌي ادب ۾ سڃاڻپ، سنڌس مختصر ڪهاڻيءَ جي حوالي سان آهي، تحقيق جو موضوع پڻ **"جمال ابڙو – مختصر ڪهاڻيءَ جي ليکڪ جي حيثيت ۾"** آهي. موضوع جي روشنيءَ ۾ جمال جي مختصر ڪهاڻيءَ جي فن ۽ فڪر جي هيٺ ڏنل مکيه ۽ اهم رخن جي حوالي سان ڇنڊ ڇاڻ ڪجي ٿي.

**جمال ابڙي جي مختصر ڪهاڻيءَ ۾:**

**(1) موضوع، (2) ٻولي، (3) ڪردار ۽ ڪردار نگاري، (4) اسٽائيل ۽ پيشڪش، ۽ (5) سماجي شعور.**

**(1) موضوع:** ڪنهن به ڪهاڻيءَ ۾ موضوع (Theme) جي تمام وڏي اهميت هوندي آهي. ڪهاڻيڪار جي موضوعن جي چونڊ مان ئي خبر پئجي ويندي آهي ته ان جو زندگيءَ ڏانهن ڪهڙو رويو ۽ لاڙو آهي، مثبت آهي يا منفي آهي. موضوع، ڪهاڻيءَ جو اهم حصو هوندو آهي، جنهن ۾ مرڪزي خيال سمايل هوندو آهي. ان مان ئي ليکڪ جي نظرين جو پتو پوندو آهي. ان ڪري سٺي ۽ ڪامياب ڪهاڻيءَ لاءِ جيتري ٻين فن جي ضرورت آهي، اوتري ئي سٺي ۽ اهم موضوع جي چونڊ پڻ ضروري آهي. زندگيءَ جا مسئلا لکين ۽ ڪروڙين مسئلا آهن ۽ هر سماج مسئلن سان ڀريو پيو آهي. اهو ليکڪ جي نظر تي شعور تي منحصر آهي ته هو انهن مان ڪهڙن مسئلن کي پنهنجي فن جو موضوع بڻائي ٿو. هڪ فنڪار لاءِ هيءَ سڄي دنيا ڪئنواس جي مثال آهي. اها ليکڪ جي پنهنجي مرضي آهي ته ان ۾ ڪهڙا رنگ ٿو ڀري ۽ اهو فنڪار جي اندر جي اک تي دارومدار آهي ته اها ڪهڙي مسئلي تي پنهنجي [illegible] تي رکي. البت هڪ باضمير فنڪار جو اهو فرض آهي ته اهو پنهنجي تخليقن ۽ فن جي رستي زندگيءَ جي سفر کي اڳتي وڌڻ هلي، نه ڪي پوئتي هٽائي. ۽ هو زندگيءَ جي ٻي رنگ خاڪي ۾ جيترا سهڻا رنگ ڀري سگهي ته ضرور ڀري.

جمال ابڙو پنهنجيءَ زندگيءَ کي اڳتي وڌڻ ۽ اُن ۾ خوبصورت رنگ ڀرڻ واري فرض کان چڱيءَ ريت آگاهه آهي.

حقيقت ۾ ورهاڱي کان پوءِ جمال ابڙو ئي پهريون ليکڪ آهي، جنهن ڀرپور فڪري ۽ فني حسن سان پنهنجين ڪهاڻين ۾ سماجي، خارجي ۽ گوناڳون زندگيءَ کي موضوع بنايو آهي. هن کان اڳ جي ڪهاڻيڪارن توڙي هن جي همعصر ڪهاڻيڪارن جون سماجي مسئلن ۽ موضوعن تي ڪوڙ ساريون ڪهاڻيون ملن ٿيون، پر اهي سماجي شعور جي کوٽ ۽ فني ڪمزورين جي ڪري، پنهنجي دور جي پڙهندڙن جي ذهنن تي ڀرپور تاثر نه ڇڏي سگهيون آهن. جمال ابڙي سنڌي سماج جي نبض تي هٿ رکي موضوعن جي چونڊ ڪئي آهي. هن سنڌي سماج جي زندگيءَ ۾ موت وارن مسئلن کي پنهنجين ڪهاڻين جا موضوع بنايو آهي ۽ نهايت سچائيءَ ۽ خلوص سان پنهنجو تاريخي، قومي ۽ سماجي فرض ادا ڪيو آهي.

سنڌي سماج ۾ سَڱن جو وڪرو عام آهي. جمال جڏهن معصوم نياڻيءَ کي ڏوڪڙن تي وڪامندي ڏٺو ته هن "**پيرانيءَ**" جهڙي شاهڪار ڪهاڻي لکي ۽ سماج کي پنهنجو بدصورت چهرو ڏيکاريو. جهالت واري دور جي وحشي رسمن واري ماحول ۾ نوجوان عورت کي "**ڪاريءَ**" جي لقب هيٺ ڪسجندي ڏسي تو ته سندس من لڇي ۽ ڦٿڪي ته ۽ "**سيند**" ڪهاڻي تخليق ڪري ٿو. سماج ۾ عورت سان ٿيندڙ وڌيڪ زيادتين، پوڙهي مرد سان نوجوان عورت جي ٻي شادي، نياڻين جي ويهارڻ، ڪاروڪاريءَ جي رسم، عورت کان سخت ترين پورهيو ڪرائڻ وغيره جهڙا واقعا پنهنجي اکين، وک وک تي ٿيندي ڏسي ٿو ته هو انهن مسئلن کي موضوع بنائيندي "**مان مرد**" جهڙي خوبصورت فنٽسي لکي ٿو، جنهن ۾ سماج پاران ٿيندڙ ظلمن جو ڀرپور نقشو چٽيو ويو آهي. هن مرد کي اهو محسوس ڪرايو آهي ته جيڪڏهن تون عورت جي جاءِ تي هجين ها ته ڪيتري نه اذيت ۽ پيڙا ڀوڳين ها. هن چئو ته عورتن تي ظلم ڪندڙ مردن جي منهن تي چماٽ وهائي ڪئي آهي. ڪين انهن ۽ ظالم ڪرتوتن جو آئينو ڏيکاريو آهي. اسان جو معاشرو پير پرستيءَ ۽ قبر پرستيءَ ۾ وڪوڙيل آهي. هڪ پاسي جيئرا گلاب جي گلن جهڙا معصوم ٻُسن جي اٿهوند جي ڪري علاج بنا ڦٿڪندا رهن ٿا ته ٻئي پاسي پيرن جي قبرن مٿان پڙ ۽ پيا اجايا خرچ ٿين ٿا. جڏهن اهڙن انسانيت دشمن رسمن جي خلاف بغاوت ڪندڙ ۽ معصوم حياتيءَ کي بچائيندڙ جي عزت نفس تي حملا ٿيندي ڏٺائين ته "**منهن ڪارو**" ڪهاڻي لکيائين. شاهاڻي برتريءَ ۽ طبقاتي متيرائپ جهڙا انسانيت جي تذليل ڪندڙ واقعا روز ٿين ٿا. اها طبقاتي بالا دستيءَ جي ذهنيت جڏهن معصوميت کي چيپاڻي ٿي ته جمال "**شاهه جو فقر**" جهڙي ڪهاڻيءَ جو سرجڻهار ٿو بڻجي. "**بدتميز**" ڪهاڻيءَ ۾ هڪ ڊاڪٽر جي غريب مريض ۽ ڪاموري ڏانهن رويي جي عڪاسي ڪئي وئي آهي. هڪ پاسي ڊاڪٽر موت جي بستري تي پيل غريب ماڻهوءَ جو گهرڀاتي پئسن نه هئڻ ڪري بهتر علاج نٿو ڪري، ته ٻئي پاسي مئجسٽريٽ جي ٻار جو علاج ڪرڻ کان پوءِ به تپاس في وٺڻ کي بدتميزي ٿو سمجهي. "**هو حر هو**" ڪهاڻيءَ ۾ انگريزن پاران ٿيندڙ حرن تي ظلمن کي ڏيکاريو ويو آهي. ماڻهو ذاڙيل ڇو ٿو بڻجي، انهن سببن تي پڻ روشني وڌي ويئي آهي. ان کان سواءِ "**بدمعاش**" ڪهاڻيءَ ۾ پڻ ماڻهوءَ جي

ڌاڙيل بڻجڻ جي سببن کي موضوع بنايو ويو آهي. هن ڪهاڻيءَ ۾ اهو پڻ ڏيکاريو ويو آهي تہ اهڙن سرڪش ڪردارن جي اندر ۾ پڻ معصوميت لڪل آهي. اهي جڏهن شريف بڻجڻ گهرن ٿا تہ معاشرو انهن کي شريف بڻجڻ نٿو ڏئي. **"ڪارو پاڻي"** ۾ ٻوڏ جي پس منظر ۾ هڪ پوڙهي انسان جي بيوسي ڏيکاري وئي آهي ۽ حالتن جي جبر هيٺ پنهنجي اباڻي ڳوٺ کان زوريءَ ڇڄڻ جي درد کي موضوع بنايو ويو آهي. **"خميسي جو ڪوٽ"** ۾ هڪ غريب ميهار ٻارڙي جي غربت کي چٽيو ويو آهي. ان سان گڏ اهو ثابت ڪيو ويو آهي تہ انفرادي ڇڳائيءَ سان معاشري ۾ تبديلي جنم نہ وٺندي. نوجوانن جي ڇڙواڳيءَ مغرب زده هجڻ ۽ هڪ پينو فقيرياڻيءَ جي جيون جو عڪس، **"مهرباني"** ڪهاڻي ۾ چٽيل آهي. **"پشو پاشا"** ڪهاڻيءَ ۾ جاگيرداري سماج جي ذلتن ۽ ان خلاف بغاوت ڪندڙ ڪردار جو عڪس ڏيکاريو ويو آهي. نام نهاد ليبر شپ کي رد ڪيو ويو آهي ۽ حقيقي ڳڏيل قيادت کي اڀاريو ويو آهي. ملڪ ۾ جڏهن آمريت اچي ٿي ۽ آمر علم ۽ ادب جو دشمن بنجي گوئبلز ۽ هٽلر جو روپ ڌاري ٿو تہ جمال **"مارشل لا ۽ اسلام آباد"** ڪهاڻي لکي، جيڪا پوءِ **"فرشتو"** عنوان سان شايع ٿي. نسلي بنيادن تي انسانن جي قتل عام جي پس منظر ۾ هن **"ماءُ جي جهولي"** ڪهاڻي لکي. انسان جي اڻ ٿڪ جدوجهد ۽ زندگيءَ ۾ پختگي ويساھ جو ذڪر **"لاٽ"** ڪهاڻيءَ ۾ ڪيو ويو آهي، جيڪا لاڙ جي تهذيبي پس منظر ۾ لکيل آهي.

هونئن تہ جمال موضوعن جي بهتر چونڊ سان گڏ ڪهاڻيءَ سان پڻ مڪمل نياءُ ڪري ٿو. پر هتي موضوع جي مناسبت سان جمال جي ٻن ڪهاڻين **"ڪارو پاڻي"** ۽ **"منهن ڪارو"** مان اهڙا ٽڪرا مثال طور ڏجن ٿا، جن مان سندس موضوع جي بهترين چونڊ ۽ مڪمل نباھ تي روشنيءَ پئجي سگهي ٿي:

"سومر وري ويهي رهيو. سندس جسم جو ذرو ذرو ڳوٺ جي مٽيءَ ۾ ڳوهجي وڃڻ لاءِ آتو هو. وڏيڪ جدا رهڻ کان انڪاري هو. سندس اِڇو مٿو ۽ اڇا پرون اڇي ڏاڙهي، ڪنبڙ ونبڙ ٿي، وائڙن وانگر اڏامي التجائون ڪري رهيا هئا. سندس دل ۾ چرپائپ واري ڪوڪ اٿي جڻ تہ ڪل ٽڙي وئي هيس. پانيائين تہ ٽبيون هڻي، اندران ئي اندران، وڃي عائشہ جي قبر کي جهليان، وڃي ڪو ٽائينڪو ٽيان، وڃي آرام وٺان!....

پاڻس ڪٽي ٻانهن کان جهليس، سومر گهلبو ويو. سندس قدم قدم ڳوٺ جي مٽيءَ سان چنبڙندو ٿي ويو. جڻ تہ ڪاغذ جا ٻہ پتا ڪونر سان چنبڙيل هئا. زوريءَ ڌار ڪرڻ ۾ ڇچرجي، ڦاٽي، ليڙون ليڙون ٿي ويا." **(ڪارو پاڻي)**

"دين محمد پنهنجو منهن ڪارو الله ڏني کي بچائڻ لاءِ ڪرايو هو. انسان پنهنجي عزت، ڦل کي سانيڻ لاءِ لٽائي هئي. ڏينوءَ پاڻ کي رتورت، زنجير حيات جي ڪڙين کي ڳنڍڻ لاءِ ڪرايو هو.

هن پادرن جي ڪنڍي، انسان جي ازلي فرض، قانون پيدائش کي قائم ۽ دائم رکڻ لاءِ پاتي هئي. هن ڦٽ لعنت ۽ ٽڪون ماءُ جي هنج کي پريل ۽ ڀرپور رکڻ لاءِ سنيون هيون." **(ڪهاڻي: منهن ڪارو)**

(2) **ٻولي** (Diction) : جمال ابڙي جي ڪهاڻيءَ جي ٻولي، نهايت متوازن ۽ خوبصورت آهي. اها نج عوامي زبان آهي، جيڪا نيٺ ڳوٺاڻي ماحول جي پيداوار آهي، جنهن ۾ ڳوٺن جي خوشبوءِ آهي. ان ۾ ڪا به مصنوعيت، بناوت ۽ ملاوت نه آهي. نيٺ ڳوٺاڻي ٻوليءَ جي استعمال سان گڏ ان جو لب و لهجو پڻ عوامي آهي ۽ ان ۾ ڪو به مونجهارو يا ابهام ڪونهي. هن پنهنجي ڪهاڻين ۾ جيڪا ڳالهه چوڻ چاهي آهي، سا بهترين ٻوليءَ جي استعمال سان چئي آهي. اها ئي سندس ڪهاڻيءَ جي ڪاميابي آهي. هن جي ڪهاڻين جي ٻولي هترادو، ناهيل ۽ سينگاريل نه آهي، پر اها روزمره جي زندگيءَ ۾ ڪتب ايندڙ ٻولي آهي. اها عام پڙهندڙ لاءِ ڪنهن به ريت اجنبي زبان نه آهي. ننڍڙن ۽ مختصر جملن ۾ تمام وڏيون ڳالهيون چئي وجي ٿو، جيڪي پڙهندڙن تي پنهنجو ڀرپور اثر ڇڏين ٿيون. هو زندگيءَ جي مختلف واقعن، موضوعن ۽ مشاهدن کي خوبصورت ٻوليءَ ذريعي بيان ڪرڻ ۾ ڪامياب ويو آهن. هن جي ڪهاڻين پڙهڻ کان پوءِ ائين محسوس ٿيندو آهي ته انهن ۾ ڪي به اجايا ۽ غير ضروري لفظ استعمال ٿيل نه آهن. پر ٻولي، ماحول، ڪردار، موضوع ۽ اسلوب مطابق استعمال ٿيل آهي. هو ڏکن وارين گهڙين ۾ ڏکارا لفظ ۽ غصي واري هنڌ تي ڪاوڙ ڀريا لفظ استعمال ڪري ٿو. مطلب ته جمال ابڙو پنهنجن ڪهاڻين ۾ اهي جملا، تشبيهون ۽ محاورا استعمال ڪري ٿو، جيڪي ڪردار اٿندي ويهندي، هلندي ڦرندي استعمال ڪن ٿا. هن جي ٻولي سولي سهنجي آهي، جيڪا چئي ته هن جي پنهنجي تخليق ٿيل آهي. **امر جليل** چواڻي، "جمال ابڙو، ڪهاڻيءَ ۾ جملا ائين تو لکي، جن ۾ نه فاعل آهي ۽ نه فعل آهي." هن جي هر لفظ تي سندس مهر لڳل آهي. هن جي ٻوليءَ جي پڙهندڙن وٽ جدا سڃاڻپ آهي. پڙهندڙ ڪهاڻي پڙهڻ ۽ ٻڌڻ سان ئي چوندو ته هيءَ ڪهاڻي جمال ابڙي جي آهي. اها جمال جي ٻوليءَ Diction جي ڪاميابي آهي.

هن وٽ پنهنجي دور جي ٻين ڪهاڻيڪارن جيان نه ٻوليءَ جي سگهڙائپ موجود آهي، نه ئي ڪوڪلا ۽ بي جان لفظ آهن، نه ئي وري شاعراڻين تشبيهن ۽ ڏارين ٻولين جي لفظن جي ڀرمار آهي، پر هن جي هر لفظ کي پنهنجي معنيٰ ۽ مفهوم آهي. اهي جاندار لفظ آهن ۽ انهن کي پنهنجي زندگي آهي. هن عربيءَ، فارسيءَ ۽ هندي ٻوليءَ جي لفظن کي اجايو استعمال ڪري، علمي رعب ويهارڻ جي ڪوشش نه ڪئي آهي، پر نج سنڌي ٻولي ڪتب آندي آهي، جيڪا واهڻن، ڳوٺن، ڪچهرين، گهرن ۽ اوطاقن ۾ ڳالهائي ويندي آهي. اهڙيءَ ريت هن پنهنجين ڪهاڻين ۾ نه فقط ٻهراڙيءَ جي زندگيءَ جي عڪاسي ڪئي آهي، پر اتي ڳالهائجندڙ زبان، پهاڪن ۽ محاورن کي محفوظ ڪندي، پنهنجيءَ ٻوليءَ جي وڏي ۾ وڏي ادبي خدمت پڻ سرانجام ڏني آهي. هونئن ته اسان جي ٻوليءَ جا اڪثر محاورا ۽ چوڻيون، اجا لکت جي شڪل ۾ مڪمل طرح نه اچي سگهيا آهن، ان ڏس ۾ جمال ابڙي وڏو ڪارنامو سرانجام ڏنو آهي. سنڌي ٻوليءَ جي نامور اديب **رسول بخش پليجي، نسيم کرل** جي ڪهاڻين بابت لکيو هو ته:

"سنڌي ٻوليءَ جا 90 سيڪڙو محاورا اجا اڻ لکيل آهن. اهي محاورا هزارين سالن جي قومي تخليق آهن ۽ صدين کانپوءِ گهڙجي، سنوارجي معنيٰ ۽ مطلب سان سينگارجي چڪا آهن. اسان اديبن جي وڏي اڪثريت انهن کان قطعي ناواقف آهي. بنهه ايڪڙ ٻيڪڙ سنڌي پڙهيل،

سنڌي عوام جي خوبصورت محاوري مان ڪي چاڻن ۽ انهن جو صحيح نموني استعمال ڪري سگهن ٿا. هر ٻوليءَ جو پنهنجو مزاج ۽ طبيعت آهي. سنڌي، هزارين سالن کان ميدانن، جهنگن ۽ وڻاٽن ۾ پليل، ساماٽل ۽ پختيون پاڙون هنيل شاندار درخت جهڙي ٻولي آهي. سنڌيءَ جي صحيح هجڻ جي سندَ، سنڌ جون لاڏيون، اوطاقون، ڪوهه، وڻاڻ ۽ ڪچهرين جو محاورو آهي." *

اهڙيءَ طرح جمال ابڙي ڪهاڻين ۾ مقامي ماحول کي خوبصورت نموني چٽيو آهي، هو جنهن علائقي جا ڪردار ۽ واقعا کڻي ٿو، اتان جي ٻوليءَ ۽ لهجي کي استعمال ڪري ٿو. مثال طور: سندس ڪهاڻي "**مان مڙد**" ۾ اسان کي اترادي لهجو ملي ٿو. هو ڪهاڻين ۾ ڪردارن کان سندن ڏانءَ واري ٻولي ڳالهرائي ٿو. هڪ هاري، پروفيسر يا دانشور واري زبان نٿو ڳالهائي: نه ئي ٻارُ ڪنهن فلاسافر يا عالم واري زبان ٿو ڳالهائي. هن جا ڪردار اهڙي ٻوليءَ تا ڳالهائين، جيڪا انهن جي سمجهه ۽ فهم جي سطح مطابق آهي. ڪهاڻي "**پيرائيءَ**" ۾ جابلو علائقي جا بروهي، جنهن نموني موئنث کي مذڪر ۽ مذڪر کي موئنث ڪري ڇڏيندا آهن يا اڌ اکري آهن، اها ئي ساڳي ٻولي ڪردار ڳالهائن ٿا.

"**شاهه جو ڦر**" ۾ مريم، عالماڻي زبان استعمال نه ٿي ڪري، پر "**ماما پيشو**" جهڙا باراٽا ٻاتا لفظ استعمال ڪري ٿي، يا "**ڪارو پاڻيءَ**" ۾ پوڙهي سومر جي گفتگو بلڪل عمر، سمجهه ۽ ماحول موجب آهي. جمال جي ڪهاڻين ۾ جذباتي ٻولي پڻ استعمال ٿيل آهي. جيڪا پڙهندڙ جي جذبن کي پڙڪائي ٿي.

سنڌي ٻوليءَ جي نامياري ڪهاڻيڪار **آغا سليم** جو چوڻ آهي ته، "هن (جمال) جا افسانا پڙهڻ وقت اوهان کي هلڪي آواز جي احساسن بدران نڪاون، ڪڙڪاٽ ۽ شرڙاٽ جو احساس ٿيندو. جمال هميشه پڙهندڙن جي تيز ڦتڪندڙ، تڙپندڙ جذبن کي جاڳائڻ چاهيندو آهي." *

جمال ابڙي پنهنجي هڪ تازي اڻ ڇپيل انٽرويوءَ ۾ اظهار ڪيو آهي ته، "**غلام رباني**ءَ جو انداز ڏاڍو پيارو آهي. ان جو لهجو منو آهي، جيئن **فيض احمد فيض** جي شاعريءَ جو لهجو آهي. مون ۾ ۽ **شيخ اياز** ۾ ڪڙواهٽ آهي."

توڙي جو جمال پنهنجين ڪهاڻين ۾ جذباتي ٻولي به استعمال ڪئي آهي، پوءِ به اها ڪنهن سياسي اشتهار يا پمفليٽ جي ٻولي بنجي نه سگهي آهي.

جمال جي ڪهاڻين جي ٻولي ڪٿي ته نثري نظم واري رنگ ۾ آهي، جنهن ۾ شعريت واري جهلڪ موجود آهي، پر پوءِ به اها شاعري نه آهي، ڪهاڻي آهي. اهو ئي جمال ابڙي جي افسانوي نثر جو ڪمال آهي. سنڌي ٻوليءَ جي نامور شاعر **شيخ اياز** ان ڳالهه جو اظهار جمال ابڙي جي ڪتاب جي ٻئنڪ ٽائيٽل تي هن ريت ڪيو آهي:

---

* ("**سهڻي**" **نسيم کرل نمبر: صفحو 104**)

* "**نئين زندگي**"، مارچ 1963ع صفحه 26)

”تہ چاٽان ڪنهن ڇيو آهي تہ نثر پنڌ ڪندو آهي، نظم رقص ڪندو آهي، پر جمال جي ڪهاڻي ”پيراڻي“ پڙهي، مون کي محسوس ٿيو تہ نثربہ رقص ڪندو آهي. هن جي ”پيراڻي“، شروعات ۾ ڇڻ ڇم ڇم ڪندي اچي ٿي ۽ گهنگهرو گونجن ٿا. اوچتو هڪ ڇيخ فضا کي چيري ٿي ۽ ڪهاڻي ڪاندن ٿانئن تي رقص ڪندي نظر اچي ٿي.“

هونئن تہ اهو ٻوليءَ جو ڪمال، جمال جي مڙني ڪهاڻين ۾ موجود آهي، پر هتي مثال طور سندس ٽن ڪهاڻين **”مان مڙد“**، **”سيند“** ۽ **”لاٽ“** مان ٽڪرا ڏجن ٿا، جيڪي پڙهڻ سان پتو پوندو تہ جمال جي ٻوليءَ ۾ ڪمال جو حُسن ۽ رواني آهي.

”آن مهل پنهنجي سنڌ ديس کي ساريم. پاڙي واري روئندڙ نازنين ياد پيم، جنهن کي سٺ ورهين جي پوڙهي سان پرڻايائون. الا! جي هينئر منهنجي روبرو اٿين ٿئي، تہ سيني جا ميڇالا پچي، پوڙهي جو نڙگهٽ پٽي، ان نازنين کي جيئدان ڏياريان. ويچاري شاديءَ جي ڦندبر ٿي، مون وانگر ڪسجڻ لاءِ تيار هوندي، ڪنوار ٿيڻ لاءِ نہ. اٿين پانيم تہ ان نازنين کي بہ نڪاح وقت اهڙائي پوائتا جهنگلي، اگهاڙا، نرلجا انسان نچندا ۽ واڇٽ ڪندا نظر آيا هوندا.“ **(مان مڙد)**

”جتي ٻنين ۽ ونين تي سر ڏجن ٿا، اتي نينگرين جو سودو بہ ٿئي ٿو. املھ جو ملھ ٿئي ٿو. هتي نينگرين جو نيلام، ست قرآن، ڪوڏين جي دام، اتي ڪير ڏئي طلاق. ڏڦ پيرو چوي، ”ڪهي وجهو، نڪاح نہ ڇڏيان. پلي عمر ڪاٽي وڃي، ٻني ۽ وني ڪنهن ڇڏي آ.“

”بہ بہ هٽ پيو اڏامي، ڪوٺ جي آڙ ۾ بيغرت جي نگاهہ. لڄ تي نہ، لڄ جي قيمت تي. دڙڪا، دهمان، ڏنگايون ڏاڍ، بي فرمان، ۽ هيڏانهن ڪچي تند، نياڻي نينگري، سرءَ جي ساڙيل سڪل ول، جنهن جي من ۾ ڀهريون پيرو پيار جي رس پري هئي. اڏول، پنهنجي حق تي قائم، سائي ٿيڻ جو حق، گلن جي ڪيڻ جو حق، ڪچيءَ تند ۾ حق ڇڪڻ جي ايڏي قوت!“ **(سيند)**

”ڇا ڪمزور جيوَ، ڇا آفتون ۽ ڇا مقابلو! هر وقت اميد جي ڏياٽي هٿ ۾ اڳيرو، زندگي لوچ پوچ ۽ ڳولھ جو ڪم! نااميديءَ جو دونهون ۽ ڪوهيڙو ور ور ڪيو ويڙهيو وڃي ۽ هي باربار خالي هٿن سان دونهين ۽ ڪوهيڙي جا ڪڪر دور ڪيو ڇڏي. ڇا تہ زور هو ڪمزور هٿن ۾، جڏهن هٿ هٿن ۾ ملندا، تڏهن اهي دونهان ۽ ڪوهيڙا هميشہ هميشہ لاءِ لهي ويندا.“ **(لاٽ)**

(3) **ڪردار ۽ ڪردار نگاري:** جمال ابڙي جي ڪهاڻين ۾ اسان کي شاندار ڪردار نگاري ملي ٿي. هن جا ڪردار جيئرا جاڳندا آهن. اهي هن پنهنجي روزمره جي سماجي زندگيءَ مان ڪنيا آهن ۽ پڙهندڙن لاءِ ڪنهن بہ طرح اوپرا نہ آهن. هن پنهنجي ڪهاڻين ۾ ڪردارن جي هوبهو تصوير چٽي آهي. اهي سماج ۾ حقيقي وجود رکن ٿا ۽ غير فطري محسوس نٿا ٿين. انهن جي زندگيءَ سان وابستگي آهي. هن جا ڪردار بلڪل آزاد آهن. ڪردارن جي ڏور ليکڪ جي هٿ ۾ نہ آهي، پر اهي پنهنجي مزاج ۽ نفسيات موجب چرپر ڪن ٿا ۽ ڪهاڻيڪار ڪٿي بہ ڪردارن کي پنهنجي مرضيءَ موجب نٿو هلائي، ان ڪري اهي فطري محسوس ٿين ٿا. هن جي ڪهاڻين ۾ ڪردار نگاري مڪينيڪل نہ آهي، نہ ئي ڪردارن جي مٿان ڪا ڳالهہ زوريءَ مڙهيل آهي. هو ڪردارن جي منظر

ڪشي اهڙيءَ ريت ڪري ٿو، جو پڙهندڙ جي اندر ۾ ڪردارن لاءِ همدردي جاڳي پوي ٿي ۽ ناانصافين خلاف اڏما اٿن ٿا. جمال ڏنل وائنل ڪردارن ۾ اهڙو تہ تخليقي رنگ ڀريو آهي، جو هو پنهنجي ماحول ۾ بلڪل اپري بيهن ٿا.

جمال، ڪردارن جي نہ رڳو خارجي ڪيفيت جو عڪس چٽيو آهي، پر انهن جي پويان جيڪو ڏک ۽ درد جو درياهہ ڇوليون هڻي رهيو آهي، ان کي بہ بيان ڪيو آهي. هو ڪردارن جي نفسيات کان بہ چڱيءَ ريت واقف آهي، هن جو زندگيءَ جو مشاهدو ڏاڍو تيز آهي، هونئن بہ جيستائين ڪو ليکڪ پنهنجي ڪردارن جي زندگيءَ، مزاج ۽ نفسيات، اٿڻي ويهڻيءَ، رهڻي ڪهڻيءَ ۽ ان جي روح کان واقف نہ آهي، تيستائين هُو ان جي ڀرپور عڪاسي نہ ڪري سگهندو. جمال ابڙو پنهنجي ڪردارن جي پوري روح کان باخبر آهي، تڏهن ئي تہ جج جي ڪرسيءَ تي ويٺل هوندي بہ "**پيراڻي**"، "**مريم**"، "**خميسي**"، ۽ "**سومر**" وغيره جهڙا جاندار ڪردار پيش ڪري سگهيو آهي. مثلاً هو جڏهن "پيراڻيءَ" جي ڪردار کي پيش ڪري ٿو تہ پوري ماحول کي، پيراڻيءَ جي نفسيات کي، ماءُ ۽ پيءُ جي درد کي ۽ ڪردارن جي اندر جي ٻوڳنا جي منظر کي ائين چٽي ٿو، ڄڻ هو هنن سان پاڻ گڏ موجود هجي. هن پنهنجن ڪردارن ۾ شديد احساس ڀريا آهن، هو پنهنجن ڪردارن سان گڏ روئي ۽ کلي ٿو، جلي ۽ پڇي ٿو ۽ مري ۽ جيئي ٿو. ڄڻ تہ هو پاڻ پيراڻي هجي يا پيراڻي جي ماءُ ۽ پيءُ هجي. اها ئي سندس ڪامياب ڪردار نگاري آهي.

"پٽ ۾ ٻيل پيراڻيءَ کي لالوءَ جي پيءُ جهليو، پيراڻيءَ جي پيءُ جي نڪ ۽ اکين جو پاڻي سندس ڏاڙهيءَ مان ٿي ٽميو ۽ ٿڪندڙ زال کي پٽي جهليائين. لڏ رواني ٿي، پيراڻيءَ اوباسين ۾ "ابا ۽ امان" پڪاريو، ماڻس کي گهليندا ويا ۽ پري کان آواز ايندو رهيو. "او جي خدا، منهنجو پيراڻي ننڍڙو! او نڪر کي ٻاهہ لڳي، سنڌ وسي، منهنجو پيراڻي ننڍڙو!" هن وار پٽي پٽيا." (**پيراڻي**)

جمال ڪنهن واقعي يا مسئلي مان ئي ڪردارن کي اڀاري ٿو، "پيراڻي" ڪهاڻي ۾ ڪردار جنهن ماحول جي پيداوار آهن، ان ماحول جي ئي ٻولي ڳالهائن ٿا. جيئن بروهين جو لهجو استعمال ڪيو ويو آهي: "**منهنجو پيراڻي ننڍڙو**" يا "**ڊبرو ناهي**" يا پيراڻي جو پيءُ پر واري ڳوٺ ۾ آيو: "**سلاماليڪ**" ڪيائين. يا "**ادو ڪو سنگ ڪپي؟**"

وغيره. جمال جي ڪهاڻي "**سينڌ**" پڻ داخلي ڪردار نگاريءَ جو بهترين مثال آهي، جنهن ۾ پڻ ڪردارن جي اندر ۾ برپا ٿيل قيامت کي سٺي نموني سان بيان ڪيو ويو آهي ۽ ليکڪ ڪردارن جي ڏک کي چڱيءَ ريت محسوس ڪرايو آهي.

جمال ابڙي جي گهڻين ڪهاڻين ۾ اسان کي ٻار جو ڪردار نظر اچي ٿو ۽ ڪٿي پوڙهي جو ڪردار پڻ ملي ٿو. ٻارن جي ڪردارن ۾ پيراڻي، مريم، خميسو، گلاب ۽ ڀنگياڻيءَ جو ٻار وغيره اچي وڃن ٿا. پوڙهن جي ڪردارن ۾ "ڪارو پاڻي" ۾ سومر جو ڪردار اهم آهي. ٻار اسان جي آئيندي جي علامت ۽ مستقبل جا معمار آهن تہ وري پوڙها اسان جا ماضي آهن، پراڻي ثقافت جا وارث ۽ امين آهن، جن ڪيترائي زمانا پنهنجين اکين سان ڏٺا آهن. جمال، پوڙهي ۽ ٻار کي ڪردار

بنائي، جڻ تہ ماضيءَ ۽ مستقبل کي جوڙڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جمال ابڙي جي ڪهاڻين ۾ اسان کي عورتن جا مظلوم ڪردار تہ ملن ٿا، پر ڪٿي بہ هيروئن نظر نٿي اچي. هونئن تہ اسان جا اڪثر ڪهاڻيڪار هيروئن کان سواءِ پنهنجين ڪهاڻين کي اڌُورو سمجهندا آهن، پر جمال جي ڪهاڻين ۾ هيروئن جي ڪٿي بہ کوٽ محسوس نہ ٿي ٿئي.

جمال ابڙي جي ڪهاڻين جا ڪردار، بنگلن جا نہ، پر جهوپڙين جا رهواسي آهن، اهي پورهيت طبقي جا آهن مظلوم ۽ معصوم هوندي بہ سرڪش آهن. اهي بي ستا ۽ بيجان نہ آهن. اهي ذلتن جا ماريل هوندي بہ خوددار آهن ۽ سرڪشيءَ جي ڪا نہ ڪا واٽ ڳولي لهن ٿا. اهي ڪردار پنهنجي ذلتن ۽ بي عزتين تي ماٺ ڪري ڳوڙها نہ ٿا ڳاڙين، پر ڪا نہ ڪا بغاوت جي، ۽ جدوجهد واٽ اختيار ٿا ڪن: ان ڪري ئي جمال ابڙي جو "**پشو پاشا**" اياز قادريءَ جي "**بلودادا**" ۽ رباني‌ءَ جي "**شيدو ڌاڙيل**" کان مختلف آهي.

جمال ابڙي جي ڪهاڻين جا اسان هيٺ ڪجهہ اهڙا ٽڪرا مثال طور پيش ڪريون ٿا، جن مان سندس ڪردارن جي سموري خبر پئجي ويندي تہ انهن تي ۽ ظلم ۽ زيادتين ٿيڻ جو بہ ڇيهہ نہ آهي، تہ وري موت ۾ اهي مايوس ٿيڻ بجاءِ ڪيئن نہ وڏيڪ ارڏائپ سان اپرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا.

"رئيس هاٿي ڦوڪون ڏيڻ ۽ ڏنگ هڻڻ لڳو. ڪنهن کي ٻڌائڻ، ڪنهن کي مارائڻ ۽ ڪنهن کي لُٽائڻ. آزار مچي ويو. صدين جي بيٺل سماجڪ پاڻيءَ ۾ رئيس جي ٽاڦوڙن ڏپ مچائي ڏني. پشوءَ پنهنجي ساٿين کي انهيءَ ڍوند کان ڪڍي ٻاهر ڪيو. چي، "هڏ هڻون اسين. پنيءَ اگهاڙا هون اسين: پوءِ بہ اسين ڪميڻا ۽ رئيس چڱو مڙس؟ چڱا مڙس اسين آهيون: رئيس ناهي." پشو نہ ڊڄڻو هو، نہ سست، رئيس جيستائين سنبري ئي سنبري، تيستائين پشوءَ ڪيترائي اڙٻنگ جوان پنهنجي پاسي ڪري ورتا. نئون خون ۽ نوان امنگ! چي: "ڪيت اسان جا آهن، ڪاريز اسان جا آهن، اسين سڀ ڪجهہ آهيون. اسان جي آڏو ڪو نہ اچي." (**پشو پاشا**)

"اها ئي اڪ چنجهي، واڇ لڙيل، پرون هيٺ متي، پڇڪ ڪري ڪٽي تڪ اچليندو. هڪ لڳان ڏينهن ڏني جو ڏاڙهو هنيائين، سڄي گهر کي ڪٽي مُٺ ۾ ڪيائين. جو جتي: سو تتي، هيسيل ۽ چپ. هي ڳاٽ اوچو ڪيو، پرون تاڻيو، پئي آيو ۽ ويو. اڱڻ ۾ هلندي پير هينيان ڪو راندڪو اچي ويس. اڍائي سالن جي ٻار ماءُ جي ڪڇ تان دانهن ڪئي. "ڪنو حلامي". (**بدمعاش**)

"اچ ممڙيءَ ويچاريءَ کي پئسو ڪو نہ مليو هو. پريان پيرل شاهہ پئي آيو. پهرين تہ هيسجي وئي، پر پوءِ ٻانهن سڌي ڪري، ننيڙو هٿ وڌائي، ڪنڌ لاڙي، ايلاز سان چيائين. "ماما پيسو ڏي."

شاهہ کي جڻ ٿابوڙجي ويو! ٻانهون لوڏيائين، متو لوڏيائين، ڪنڌ اچا بہ متيرو ڪيائين. "ماما!" شاهہ کي ڪڪ وهڻ لڳي، باهہ ٿي ويو. "ڪُتي جي ڌيءُ.... تنهنجي تہ ...." ممڙي هار مجڻ تي هريل ئي ڪو نہ هئي، هڪدم نونشو ناهي، هيئنين چپ کي چڪ هئي، اکيون ڦوٽاري بيهي رهي. چيائين. "ممڙا". پر اچ سندس مقابلو ڪنهن ٻئي جانور سان هو." (**شاهہ جو ڦر**)

(4) "**اسٽائيل، اسلوب ۽ پيشڪش**"

ڪنهن بہ ليکڪ جي سڃاڻپ، سندس اسٽائيل سان ٿئي ٿي. اسٽائيل جي وصف هن ريت ڪئي وئي آهي "اسٽائيل اها خوبي آهي، جنهن جي ذريعي ڪو ليکڪ پنهنجي انفراديت پيدا

ڪري سگهي. شخصيت جي وحدت مان نڪتل تحرير، جنهن ۾ وحدت، تاثر ۽ منفرد انداز هجي، ان کي اسلوب سڏي سگهجي ٿو." *

جمال ابڙي جي اسٽائيل سدا بهار آهي. هن جي لکڻ جو ڍنگ ۽ مواد جي پيشڪش ئي کيس پنهنجي دور جي ٻين ڪهاڻيڪارن کان الڳ ۽ مٿي ڪري بيهاري ٿي. زندگيءَ جا اهي ساڳيائي مسئلا آهن، جن کي ٻين ڪهاڻيڪارن پڻ پيش ڪيو آهي، پر اها جمال جي ڪهاڻين جي اسٽائيل جي خوبي آهي، جو اهي هڪ دفعو پڙهڻ کان پوءِ ڪڏهن به نٿيون وسرن، اڄ جمال جي ڪا به ڪهاڻي يا ڪهاڻيءَ جو ڪو به ٽڪرو پڙهندڙن آڏو پيش ڪبو ته اهو بنا دير سڃاڻي وٺندو ته اها ڪهاڻي جمال ابڙي جي آهي.

جنس جي موضوع تي سنڌي ادب ۾ ڪوڙ ساريون ڪهاڻيون لکيون ويون آهن. پر "سينڌ" ڪهاڻي منفرد اسٽائيل ۽ پيشڪش جي ڪري، ٻين ڪهاڻين کان وڌيڪ مقبول آهي، جنهن ۾ عورت جي اندر جي احساسن ۽ جذبن کي نهايت سهڻي نموني چٽيو ويو آهي.

جمال "پيراڻي" کي جنهن ڍنگ ۽ ٻوليءَ ۾ بيان ڪيو آهي، تنهن ان کي سنڌي ادب جي شاهڪار ڪهاڻيءَ جي حيثيت ڏيئي ڇڏي آهي.

عورتن تي ٿيندڙ مختلف قسم جي ظلم ۽ تشدد جو ذڪر ڪيترن ئي ڪهاڻيڪارن پنهنجين ڪهاڻين ۾ ڪيو آهي پر "مان مڙد" جهڙي خوبصورت فئنٽسي، جمال ابڙو ئي لکي سگهيو آهي، جيڪا پڙهندڙن جي ذهن تي ڀرپور ۽ جرڪائيندڙ تاثر ڇڏي ٿي. جمال ابڙي جون ٻيون ڪهاڻيون توڙي جو فئنٽسي جي انداز ۾ لکيل نه آهن، تنهن هوندي به انهن ڪهاڻين ۾ فئنٽسي واري انداز جون جهلڪيون پڻ واضح آهن. جمال ابڙي وٽ خلوص ۽ سچائيءَ جو جذبو آهي، خوبصورت ٻوليءَ جو اظهار آهي، ڪاوڙ ۽ غصو آهي. زندگيءَ جون تلخ حقيقتون آهن، ۽ انهن جو سگهارو بيانيه انداز ۾ اظهار به آهي. اهي سڀ ڳالهيون ئي سندس اسٽائيل جو منفرد نمونو پيش ڪن ٿيون. جمال ابڙي جي لکڻ جا محرڪ به پيار ۽ غصو آهن. هو چوي ٿو، "منهنجي لکڻ پٺيان محرڪ محض هڪ لفظ" "پيار" انسان سان پيار، انسانيت سان پيار، انساني جذبن سان پيار، زندگي ۽ زندگيءَ جي اوسر سان پيار. البت هڪ ٻيو به مخصوص محرڪ، جيڪو مون هميشه محسوس ڪيو آهي، سو ڪاوڙ، غصو يا ناپسندي، جڏهن به ڪو غلط واقعو يا عمل مون ڏٺو آهي، يا مون کي ٻڌايو ويو ته منهنجو هميشه فوري ردعمل ڪاوڙ ۽ غصي جو رهيو آهي، ڇاڪاڻ ته مان عمل جو قائل رهيو آهيان، ان ڪري اهڙي عمل کي زبان ۽ قلم سان ننڍڻ ۽ پنهنجي انتهائي غصي جو اظهار منهنجي جذبات جا محرڪ رهيا آهن." *

جمال ابڙي جي، ڪنهن موضوع تي ڪهاڻي لکڻ وقت به ڪيفيت به عجيب ٿي ويندي آهي. هو چوي ٿو ته،

---

* "سنگت ڪهاڻي نمبر." سهيڙيندڙ: ادل سومرو، صفحو 20

* هفتيوار "برسات" ڪراچي، جولاءِ 1986ع، صفحو 16

"اها ڇڻ ڪا وجداني  ڪيفيت هوندي آهي، مان جنهن مهل لکڻ ويهندو آهيان، تڏهن سامهون پيل هر شيءِ آهستي آهستي گم ٿي ويندي آهي. ڪمري ۾ پيل هر شيءِ سان واسطو معطل ٿي ويندو آهي، پوءِ جسم تپڻ لڳندو آهي. نڪ ۽ ڪَنَ جون چوٽيون گرم ٿي وينديون آهن ۽ ائين محسوس ٿيندو اٿم، ڇڻ مان ڪٿي هوائن ۾ ترندو هجان." *

جمال جي ڪهاڻين ۾ وڏائي پرچار ۽ اجايون ڳالهيون نہ آهن، توڙي جو ڪجهہ نقادن ڪي جمال ابڙي جي ڪجهہ ڪردارن جي فطري هجڻ تي شڪ يا اعتراض آهن. پر هو ڪردارن ڪي پنهنجين ڪهاڻين ۾ اهڙيءَ ريت پيش ڪري ٿو، جو ڪردار پڙهندڙن کان پنهنجي لاءِ همدردي خيرات ۾ پني نہ ٿا وٺن. پر پاڻ ڪي ان لائق بنائي، همدردي خودبخود حاصل ڪن ٿا. جمال توڙي جو ڪيترن ئي ڏيهي توري پرڏيهي ليکڪن کان متاثر ٿيو آهي، پر پوءِ بہ سنلس پنهنجو نجي اسٽائيل آهي. جمال پنهنجي آديو انٽرويوءَ ۾ چيو آهي تہ "مون ٽئگور، ٽالسٽاءِ ۽ منشي پريمچند جون سنڌيءَ ۾ ٿنيل هوندي کان ڪهاڻيون پڙهيون آهن. انهن جي سچائي، اخلاص ۽ مسئلي تي پهچڻ جي ڳالهہ ۽ ماڻهن سان همدردي ڏاڍي اثر ڪندڙ آهي. باقي اسٽائيل تہ منهنجي اهڙي پنهنجي آهي، جيڪا مون ٻئي ڪٿان اپنائي نہ آهي. منهنجي خيال ۾ منهنجي اسٽائيل ئي ماڻهن کي متاثر ڪيو آهي، جو تہ منهنجي اسٽائيل ۾ جوش، جذبو، تيزي، تندي، ڪاوڙ، غصو، اهي سڀ عنصر موجود آهن. بري تي بَڇَ ڪجي، اها سنئين سڌي ڳالهہ آهي، اها اسٽائيل جي ڪاميابي آهي، هونئن تہ ڪهاڻيءَ لکڻ وارا پيا بہ هئا."

جمال جي ڪهاڻين لکڻ جو اسلوب يا ڏانءُ، ننڍن ننڍن جملن، نج سنڌي محاورن، تشبيهن ۽ عوامي ٻوليءَ تي مبني آهي. هن جي نثر ۾ شعريت ۽ تجريديت جو اظهار آهي. هونئن بہ نثر ۾ اهڙي تجريديت رکي سگهجي ٿي، جيڪا مونجهارن کي جنم نہ ڏئي. اهڙي تجريديت ئي جمال جي نثر ۾ ملي ٿي. جمال جي اسٽائيل بابت **امر جليل** انٽرويو ڏيندي هينئن راءِ ڏني آهي تہ،

"جمال ابڙي جو ڪتاب "پشو پاشا" ڪنهن مقدس ڪتاب وانگر مون پڙهيو آهي. ننڍڙن ۽ مختصر جملن، نهڪندڙ ۽ چيندڙ محاورن ۽ تشبيهن سان هن پنهنجن پڙهندڙن تي پربور نموني پنهنجي دل جي ڳالهہ ڪري ڇڏي آهي. اها جمال جي پنهنجي اسٽائيل آهي" *

اسٽائيل ۾ تيزي، تکائي، ڪاوڙ ۽ غصي جي باري ۾ جمال ابڙي ٻڌايو تہ **پروفيسر جهامنداس** ڪيس شڪارپور ۾ مليو، جنهن ڪيس چيو تہ،

"جمال ڪجهہ غصي ۽ ڪاوڙ کي گهٽ ڪريو." اهو پروفيسر جهامنداس جو جمال جي افسانن تي تنقيد جو تت هو.

مطلب تہ جمال ابڙو پنهنجي دور جي ٻين ڪهاڻيڪارن وانگر ڪهاڻيءَ جي اسٽائيل ۽ پيشڪش ۾ قصي گو نٿو لڳي، نہ ئي شيخ حفيظ وانگر جرنلسٽ ٿو لڳي، نہ ئي ڪامريڊ سوڀي گيانچندائيءَ

---

* ڪتاب: «تنقيد نگاريءَ جو ارتقائي جائزو» ليکڪ: بدر ابڙو. صفحو 6)

* (هفتيوار "برسات" ڪراچي، ڊسمبر 1986ع صفحو 4)

وانگر مضمون نگار تہ لڳي، پر جمال ابڙو ڪهاڻين دوران معنوي توڙي فني اعتبار کان هڪ ڪامياب ڪهاڻيڪار تہ لڳي. هن جي سدا بهار اسٽائيل جي ڪري کيس سنڌي ادب ۾ امرتا ملي چڪي آهي.

"سينڌ"، "پشو پاشا" ۽ "خميسي جو ڪوٽ" ڪهاڻين جي هيٺ ڏنل ٽڪرن مان آءُ سمجهان ٿو تہ پڙهندڙ، جمال ابڙي جي ڪهاڻيءَ جي منفرد اسٽائيل، اسلوب ۽ پيشڪش کي پليءَ پٽ پروڙي ويندو.

"ڪيري شهر جي سرڪاري اسپتال جي لاش گهر ٻاهران، مٽي ۾ ڏڏڙ ۾ ڪارا ڳنڍيل وار، چوٽيءَ سينڌ سميت، ڌوڙ ۽ جهڪ ۾ پئي ليٽڙيا. اندر پنگي ۽ ڊاڪٽر، مکين جي پون پون، ننگو لاش. اگهاڙي ڇاتي، سنڌ جي ڇاتي، ڪنهن جي لڄ، سڀ جو ننگ. ست ڏارين آڏو ننگي پئي هئي. هٿ رونبا، پير ٽنل. اکيون حيرت، حسرت ۽ هيبت کان ڦاٽل، سپاجهي، سلوري، سگهڙ، ڪونئرو ڪسجڻ، پيار جي راهہ ۾ هڪ ٻي قرباني. ڪسڻ قبول ڪيائين، سينڌ جي پت نہ وڃايائين. ٺهڪڙا ڏيئي چار اگريون سينڌ تي رکي انجام ٻڌائين. پر ٺهڪڙا ڪهاڙين جي ڪڙڪڙ ۾ بدلجي آيا. اگريون ڪيجي ويون. سينڌ ڪوڙجي وئي." **(سينڌ)**

"ان ڏينهن "جابلو شينهن" تي ڪيس هلڻو هو. سچ پچ بہ شينهن جهڙو مڙس هو. ڊگهو ۽ قداور، لڱ مروڙ، رڪ جهڙو چيڙهالو. سندس ڏاڙهي، مٿي ۽ مڇن جا وار ڪڪا هئا. سندس سڄي بدن تي پوري ٻچ هئي. مائٽن سندس نالو "پشو" رکيو هو. پر جابلو ماڻهو کيس "پشو پاشا" ڪري سڏيندا هئا. سندس ڇاتي ويڪري ٻانهون مضبوط ۽ ڳچي پريل هئي. ٽنگون جهڙا پيل پاوا. سندس ڪارين اکين مان شوخي، ضد، ارڏائي، صاف گوئي ۽ لاپرواهي ظاهر ظهور ڇلڪي رهيون هيون." **(پشو پاشا)**

"ٽنيڙو يارنهن سالن جو خميسو اڳئي مال ونيو. ٻوڙن ۾ بينو هوندو هيو. کيس قميص ڪا نہ هئي، پر هڪ ٽڳڙين نڪتل گرم ڪوٽ پيو هوس. ڪاري گوڏ ۽ مٿي تي ميرو ڪپهہ جو ٽوپ. مٿر بہ ماڪ سان ڇانيا پيا هوندا هئا. ٻئي هٿ ڪڇن ۾ وجهي، پيرن اگهاڙو پاڻ کان ڊگهي لٺ کنيون، سوڙهو ٿيو بينو هوندو هيو. سندس ڪاڏي ٻيئي ڪڙڪندي هئي. مون کي ڏسي دانهن ڪندو هو. "ها ملان!" هو مون کي چيڙائيندو هو. مان ٽڪڙو وڏي ويندو هئس ۽ هو پنيان ڇوندو رهندو. "ملان، ملان، او ملان!" مان اوور ڪوٽ جي ڪالرن کي ٺاهيندو الله ڏي ويندو هئس ۽ هو ٻورن ڏي." **(خميسي جو ڪوٽ)**

(5) **سماجي شعور:** مارڪسي نقاد **پليخانوف** چيو آهي تہ: "معاشرو فنڪار لاءِ نہ بلڪ فنڪار معاشري لاءِ هوندو آهي. آرٽ جو ڪم هيءُ آهي تہ اهو انساني شعور جي ارتقا ۾ مدد ڪري تہ جيئن هو پنهنجي سماجي نظام کي وڌيڪ بهتر بڻائي سگهي."

جمال ابڙي کان اڳ سنڌي ڪهاڻيڪارن ۾ اسان کي سماجي شعور جي روايت تہ ملي ٿي، پر انهيءَ ۾ اها گهرائي نہ آهي. سماجي مسئلن جو بيان تہ موجود آهي، پر انهن مسئلن جي سببن ۽ حل ڏانهن ڪو بہ واضح اشارو نہ آهي. ان کان سواءِ اهڙين ڪهاڻين ۾ وقتي حالتن جي دٻاءَ

يا ڪنهن بئي سبب جي ڪري فني سونهن گهٽ. پرچار ۽ نعريبازي وڌيڪ ملي ٿي. ورهاڱي ڪانپوءِ جي ڪهاڻيڪارن ۾ جمال ابڙو ئي آهي، جنهن جي ڪهاڻين ۾ اسان کي گهرو سماجي شعور ۽ ان جو فنڪارانه اظهار ملي ٿو. جمال ابڙو ئي سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ جديد حقيقت نگاريءَ جو باني آهي. هيءَ تحريڪ سماجي تبديليءَ واري لاڙي جي ترجمان آهي. جمال اهڙيون تخليقون پيش ڪيون، جن ۾ زندگيءَ کي حسين کان حسين تر بنائڻ جو خواب ۽ پيغام هو. حقيقت ۾ سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ عوامي مسئلن ۽ انساني ضرورتن کي موضوع بنائڻ واريءَ روايت کي اڳتي وڌائڻ ۽ خوبصورت ڍنگ ۾ نباهه ڪرڻ جمال جوئي ڪارنامو آهي. جمال ابڙي ڪانپوءِ جن به ڪهاڻيڪارن ڪهاڻيون لکيون آهن، انهن ان ڳالهه جو ڪافي حد تائين اثر قبول ڪيو آهي. سنڌي زبان جو مشهور اديب طارق اشرف لکي ٿو: "بين ڪيترن ڪهاڻيڪارن جي ڪهاڻين ۾ فني پختگي ڪانهي، ۽ حقيقت کان پري ٿيون محسوس ٿيون ٿين ۽ شدت سان احساس ٿئي ٿو ته انهن ڪهاڻين جا انجام غير حقيقي ۽ زوريءَ گهڙيل آهن. اهو احساس جمال جي ڪهاڻين پڙهڻ ڪانپوءِ هيڪاري وڌي وڃي ٿو. جنهن جي ڪا به ڪهاڻي (سواءِ هڪ فئنٽسيءَ "مان مڙد" جي) گهڙيل ڪو نه ٿي لڳي. هن وٽ ٻولي به آهي، فن به آهي، زندگيءَ جون تلخ حقيقتون به آهن ۽ سندس ڪهاڻيون ختم ٿيڻ تي ذهن تي گهرو تاثر ڇڏين ٿيون. جمال پنهنجي ڪهاڻين ۾ شاندار ڪردار نگاري ڪئي آهي ۽ جمال ڪانپوءِ جن ڪهاڻيون لکيون آهن، انهن تي جمال جو ڪافي اثر ڏسجي ٿو." *

جمال ابڙي کي سنڌ جو ميڪسم گورڪي سڏيو ويو آهي. پر جمال نه گورڪي آهي، نه دوستو وسڪي آهي، نه ٽئگور نه پريمچند آهي، پر سنڌ جوئي جمال ابڙو آهي، هن پنهنجي ڪهاڻين لاءِ مواد سنڌي سماج مان ئي ڪنيو آهي. هن جا ڪردار ٽوڙي ٻولي ۽ ماحول ڪنهن به ريت اوپرا، اجنبي يا ڌاريا نه آهن. هن پنهنجي ڪهاڻين ۾ سنڌي سماج جي گهرجن ۽ تقاضائن کي آڏو رکي لکيو آهي. هن سويت يونين يا يورپ جي سماج ۾ ويهي نه لکيو آهي، هن ڌرتي تي ويهي آسمان جون ڳالهيون نه ڪيون آهن، نه ئي سنڌي ادب ۾ ديو مالائي قصا، داستان ۽ ڪهاڻيون ڪٿي آيو آهي، پر هن جي اتساهه جو سرچشمو سنڌ ئي رهي آهي، جتي جي حالتن کان متاثر ٿي هن لکيو آهي، جيئن هو پاڻ چوي ٿو ته،

"مان سنڌ، سنڌي ماڻهن ۽ مزدورن جي پيڙا کان متاثر ٿيس. هاري تحريڪ ۾ عملي حصو ورتم، مزدورن جو ساٿ ڏنم ۽ وڏن لاٽ منات جهڙن ٻتن سان ٽڪر کاڌم. مون کي بي ڪا به ادبي تحريڪ نظر ۾ ڪا نه آهي. مون انگريزي فوج جي گوليبازي ۽ ڳوڙها گئس ڏٺي. سنڌ جي ٻوڏ جا راڳا ۽ بنگال جي ڏڪر جو اکين ڏٺو مشاهدو ڪيم ۽ ٿر جي پٽن ۽ ڪوهستان جي پهاڙن جون بي رحميون ڏٺم. 1943ع واري تحريڪ ۽ مارشل لا جا ڪلور به ڏٺم. اهي هڪ حساس دل لاءِ ڪافي کان زياده محرڪ هئا." *

---

* **طارق اشرف**. ڪتاب: "**30 سالن جون چونڊ ڪهاڻيون**" پاڳو، صفحو 22

* هفتيوار "**برسات**." ڪراچي، جولاءِ 1986ع، صفحو 16

جمال ابڙي پنهنجي ڪهاڻين ۾ زندگيءَ جي برندڙ مسئلن کي ڪنيو آهي. هونئن تہ سماجي مسئلن کي سياستدان بہ بيان ڪندو آهي تہ سماجي ڪارڪن بہ. تہ وري مذهبي اڳواڻ فلاسافر ۽ اديب پڻ. پر انهن سڀني جو اظهار ڪرڻ جو پنهنجو فن ۽ ڍنگ آهي. هڪ سچو اديب فن ۽ حقيقتن کي گڏ ڪٺي حق ڏانهن اڳتي وڌندو آهي. جمال ابڙي جي دور جي ڪهاڻيڪارن پڻ ان وقت جي سماجي مسئلن کي ڪهاڻين ۾ آندو آهي. انهن رڳو ظالم ۽ مظلوم ڪردارن جو عڪس چٽيو آهي. پنهنجين ڪهاڻين ۾ ظالم کي ظلم ڪندي ڏيکاريو ويو آهي ۽ مظلوم جي فقط مظلوميت ڏيکاري وئي آهي. انهن ڪهاڻيڪارن باهران بيهي واقعن ۽ حالتن کي ڏٺو آهي ۽ پنهنجين ڪهاڻين ۾ فقط فوٽو گرافي ڪئي آهي انهن جي مقابلي ۾ جمال صاحب جو نظرياتي ۽ سماجي شعور گهرو هئڻ ڪري، هو ڪردارن جي اندر ۾ جهاتيون پائي ٿو ۽ ڪردارن کي خاموش رهڻ بدران جدوجهد ڏانهن موڙ ڏئي ٿو: جيئن ظلم جي ديوار ڍهي سگهي. جمال ابڙو چوي ٿو جيڪڏهن اسان جو "ڪردار" ڍهي ٿو پوي، سُن ٿي ٿو وڃي، بيوس ۽ بيحس ٿي ٿو پوي، چتوچريو ٿو ٿئي يا ڌڪار ۽ نفرت ٿو ڪري ۽ بس. تہ چئبو تہ اهو ڪردار بہ ماحول جو نشانو ٿي ويو. ان افساني ۾ بہ ماحول مقدم رهيو، نہ ڪردار. اهڙو "افسانو" بہ پهرئين قسم جي افسانن ۾ اچي ويو. اها ئي گندي ماحول جي گندگي ظاهر ڪئي وئي. "اڳتي هو لکي ٿو "وقت آيو آهي، جڏهن اسان جا ليکڪ ڪردار کي ماحول جو نشانو نہ بنائين، انسانيت کي مظلوم ۽ قابل رحم نہ بنائين پر اهي ڪردار چونڊين، جي ماحول کي متائين، دُهل جي ڏونڪي تي بڌائين تہ انسانيت ۾ اهي لڪل قوتون آهن، جو جوالا بنجي، حيوانيت کي جلائي ڇڏينديون ۽ زمين جي سطح تي ماڻڪ ۽ موتي پيٽاري ڇڏينديون. پيو نہ تہ پلااهو تہ بڌائين تہ انهيءَ گندي ڦيڦي ماحول جي اَڌ ۾ اها باد پريل آهي، جا پاڻهي سندس پيٽ ڦاڙي رکندي." *

اهڙي قسم جا تخليقي ڪردار پيش ڪرڻ وقت اڪثر ڪهاڻيڪار، پرچارڪ ۽ نعريباز بڻجي ويندا آهن ۽ گهري سماجي شعور ۽ فن کان وانجهيل اڃا ترپون تخليقون پيش ڪندا آهن، پر جمال ابڙي جي ڪهاڻين ۾ اسان کي فن ۽ مقصديت جو خوبصورت سنگم ملي ٿو. هن جون ڪهاڻيون اهڙي قسم جو ترقي پسند ادب ڏيڻ وقت فارمولائي، مڪينيڪل ۽ بيجان نٿيون لڳن، پر اهي تخليقي، فطري ۽ زندگيءَ مان ڦٽل محسوس ٿين ٿيون. جمال ابڙي وٽ نلهو "فن براءِ فن" نہ آهي، پر سمورو فن زندگيءَ جي لاءِ آهي. جڏهن جمال جا همعصر "بلودادا"، ۽ "شيدو ڌاڙيل" پيش ڪري رهيا هئا، تہ هن "پشو پاشا" تخليق ڪيو. جيڪو نہ ڌاڙيل آهي ۽ نہ داداگير آهي. ۽ اهو اڪيلو بہ ڪجهہ بہ نہ آهي. جمال بهتر سماجي شعور جي هئڻ ڪري "پشو پاشا" ذريعي هڪ پرپور انقلابي ۽ اجتماعي جدوجهد جو تصور اپارڻ ۾ ڪامياب ويو آهي. پشو ڦاهيءَ چڙهي وڃي ٿو ۽ پيو مظلوم عوام جدوجهد کي اڳتي وٺي وڃي ٿو.

جمال ابڙو پنهنجي دور جي سڀني سماجي لاڙن ۽ نظرين کان چڱيءَ ريت آگاهہ آهي.

---

* ڪتاب: "**مضمون — ڪهاڻيون — شخصيت**" ليکڪ: جمال ابڙو، صفحو 96ع)

هو اهڙن ادبي لاڙن کي قبول نہ ٿو ڪري، جيڪي اسان جي مزاج ۽ معاشري سان ٽڪراءَ ۾ آهن. جمال جي ڪهاڻين ۾ اسان کي سماجوادي حقيقت نگاري جي گهري ڇاپ نظر اچي ٿي. هن بهترين ٻوليءَ ۽ فن ذريعي عوام جي مسئلن جي نمائندگي ڪئي آهي، ۽ پنهنجين تخليقن ۾ عوام جي ڀلائيءَ وارو نظريو ڏنو آهي. هن جي هر تخليق بامقصد آهي ۽ ونس بي مقصديت ۽ ابهام بلڪل ڪونهي، ڇاڪاڻ تہ هن جو خيال آهي تہ فن کي ڪو نہ ڪو پيغام هئڻ ضروري آهي: جيئن پليخانوف پڻ چيو آهي: "آرٽ جي ڪا بہ تخليق نظرياتي مقصد کان سواءِ ڪا نہ ٿيندي آهي، پر جڏهن آرٽسٽ پنهنجي دور جي اهم سماجي لاڙن لاءِ اڻ تو ٻڌجي ويندو آهي تہ پوءِ هن جي نظريي (جيڪو هو پنهنجي تخليق ۾ پيش ڪندو آهي) جو ملهہ تمام خراب نموني ۾ گهٽجي ويندو آهي، ۽ نتيجي ۾ سندس تخليق جي ستيا ناس ٿي ويندي آهي. آرٽ ۽ لٽريچر جي تاريخ ۾ اها ڳالهہ بيحد اهم آهي."

سماجي شعور جمال جي هر ڪهاڻيءَ مان ڇڻ نظر اچي ٿو: جيئن "پشو پاشا" "بدمعاش"، "خميسي جو ڪوٽ"، "مهرباني" ۽ "شاهہ جو ڏر" وغيره ۾ آهي. اسين هيٺ ڪجهہ ڪهاڻين جا مثال طور ٽڪرا ڏيون ٿا، جن مان جمال جي گهري سماجي شعور جو پتو پوي ٿو:

"قاسي گهاٽ مان سوين هزارين پشو اڏامندا نظر آيا. سندن سرتريءَ تي هئا. سندن ڪپڙا رڱجي لال ٿي ويا هئا. ويا گڏ ٿيندا. ڪارخانن ۾، فوجن ۾، کيتن ۽ جبلن جي ماٿرين ۾ ۽ غارن ۾. سندس هٿيارن جي جهٽڪار ۽ نازوءَ جا آلاپ هوائن ۾ واچوڙا پيدا ڪري رهيا هئا. تکا ۽ تيز واچوڙا، جن هر پُٽيءَ اڏاوت کي اکوڙي ٿي وڌو، وڏا ۽ اوچا واچوڙا، جن زمين جي ذرن کي آسمانن تائين ٿي پهچايو." (**پشو پاشا**)

"ماءُ جهٽڪو ڏئي ٻار جي وات تي هٿ ڏنو. ڇاتيءَ سان چنبڙايائين. ويچاريءَ جي اکين ۾ پاڻي پرجي آيو ٻار کي اجا بہ ڇاتيءَ سان سوگهو ڪيائين. اکيون کڻي هن ڏانهن نهاريائين. ڇا تہ هو ماءُ جي اکين ۾! هو پنڊ پاهڻ ٿي ويو. ٻار کي ڏنائين، پڳل رانديڪي کي ڏنائين. ماءُ جي پاڪر کي ڏنائين. ڪيئن نہ ٻارڙو، ماءُ جي ڳچيءَ ۾ ٻانهون ورايو، ڇَپُ هنيو پيو هو. هو ڏسندو رهيو.

هن جا چڪيل پرون هورهان سِڌ ۾ اچي ويا. هن جُهڪي پڳل راندڪو کنيو، ٽڪرَ ميڙي اڳتي وڌيو، وڃي مائيءَ جي هٿن ۾ ڏنائين." (**بدمعاش**)

"پٽس کي گهرايو ويو. اسپتال ڇهہ ميل پري هئي. ڊاڪٽر خرچي بہ ونندو هو چوڪر گهڙين جو مهمان هو. مون پنهنجو ڪوٽ لاهي مٿائنس وڌو. ڪيڏي نہ همدردي! خميسي کي مُلا وهنجاريو. ميروڪوٽ لاهي نئون ڪپڙو ويڙهيو. مون عطر بہ آندو. سندس ننڍڙا ڏند اجا بہ ٺڏ جي شڪايت ڪري رهيا هئا. کيس ستو سنئون کٽ تي سمهاريو ويو. سيني قطار ٻڌي ۽ ملان الله اڪبر چيو.

مون وارو ڪوٽ ملان کنيو.

ٻئي ڏينهن خميسي جو ننڍو ڀاءُ مهر ڏاند ونيو بيٺو هو.

کيس اهو ئي خميسي وارو ڪوٽ پيل هو. (**خميسي جو ڪوٽ**)

"تنهنجو مڙس ڪٿي آهي؟"

"منهنجي شادي ڪا نہ ٿي آهي، بابو صاحب، پئسو!" اسان جي اکين ۾ شرارت پرجي آئي. سڀ مشڪل لڳاسين. "پوءِ تو هي پٽ ڪٿان آندو؟" هن ڪنڌ لاڙي نماڻين اکين سان اسان ڏي نهاريو. "اها اوهان صاحبن جي مهرباني آهي، بابو صاحب!" (**مهرباني**)

"پيءُ پنهنجي ڏيءَ جي مٿان وينو رهيو. مَمڙيءَ اکيون کوليو پيءُ ڪي دانهن ڏني "ماما.... سائين.... پيشو...." پٽس ممڙي جي مٿي تي هٿ رکيو. سندس وار وار ڪڙو ٿي ويو. هن اصل نہ رنو. سندس بدن مان چٹنگون ٿي نڪتيون. هن جون ناسون ڦوٿارجي ويون، مڪون ڀيڙجي ويون، ڏند ڏندن سان ملي ويا، اکيون هڪ هنڌ ڪپي ويون. ويون ننڍڙيون ٿينديون، ويون ننڍڙيون ٿينديون، جڻ تہ ڪات هٿا ۽ چيائين تہ. "شاهہ جو قر" (**شاهہ جو قر**)

مٿي اسان جمال ابڙي جي مختصر ڪهاڻيءَ جو مختلف فني ۽ فڪري پهلوئن جي حوالي سان جائزو ورتو آهي. ائين ڪونهي تہ جمال ابڙي جي ڪهاڻين کي پنهنجي دور ۾ ڪا بہ اهميت نہ ملي. پر جمال ابڙي جڏهن ڪهاڻيون لکيون تہ هن جي ڪهاڻين تي اُن دور جي مجيل، سنن ۽ معروف نقادن پڻ دل کولي لکيو. ان ڳالهہ ۾ جمال ابڙو پنهنجي همعصرن ۽ پوءِ اينڌڙ ڪهاڻيڪارن جي ڀيٽ ۾ نهايت خوش نصيب آهي، جو سندس ڪهاڻين جي چنڊڇاڻ ۾ اهم ۽ مجيل نقادن حصو ورتو. اهو سڄو تنقيدي بحث ان دور جي ٽماهي "**مهراڻ**" رسالي ۾ ڇپبو رهيو، جيڪو جمال ابڙي ايمانداريءَ سان پنهنجي ڪهاڻين جي مجموعي جي هر ڇاپي ۾ ڪهاڻين کانپوءِ ڏنو آهي. هتي مڪمل بحث ڏيڻ بدران ان دور جي ڪجهہ اهم نقادن جي راءِ ڏجي ٿي ۽ نقادن پاران اٿاريل اهم اعتراضن ۽ انهن جي جواب ۾ ڪجهہ ضروري وضاحتون پڻ ڏجن ٿيون، جن مان اها خبر پوي ٿي تہ جمال ابڙي جي، ڪهاڻيڪار جي حيثيت ۾ سنڌي ٻوليءَ جي اهم تنقيدنگارن ۽ محققن وٽ ڪيڏي نہ اهميت آهي.

سنڌي ٻوليءَ جي هڪ وڏي عالم **ڊاڪٽر غلام علي الانا**، جمال ابڙي جي ڪهاڻين تي راءِ ڏيندي "چوند سنڌي افسانا" جي مهاڳ ۾ لکيو آهي "سنڌي افسانہ نگارن ۾ جمال ابڙي کي اعليٰ مقام حاصل آهي. هن جو اسلوب بيان، ننين جملن، خاص سنڌي محاورن، تشبيهن، توڙي استعارن ۽ روزمره جي ٻوليءَ تي مشتمل آهي. هن سماج جي رسمن خلاف آواز اٿاريو آهي. هن پنهنجي افسانن ۾ سماج جي ڏوهارين، مجبور ۽ بيڪس انسانن جي طرف کي پيش ڪيو آهي، ۽ انهن جي بچاءَ ۾ پنهنجي پيار ۽ انسان دوستيءَ جا اُمنگ ۽ جذبا پڙهندڙن جي، اڳيان پيش ڪيا آهن. پنهنجي ئيَ ڏٺڙيل ماحول ۽ سادي زندگيءَ جي بنهہ سادن پلاٽن کي ڪٿي، انهن جي پويان دک ۽ درد جي جا پيڙا لڪل آهي، جمال انهن جون اهڙيون تہ دلگداز تصويرون چٽيون آهن، جو انهن کي ڏسندي هر ڪنهن ڪان پنهنجو ذاتي دک درد وسريو وڃي ۽ هر ڪنهن جي دل ۾ پيار ۽ قياس جي جذبن سان گڏوگڏ همت ۽ حوصلي جي قوت ۽ عمل جو احساس پڻ جاڳي اٿن ٿا." *

جڏهن تہ مشهور اديب ۽ دانشور **محمد ابراهيم جويي**، جمال جي افساني "بدمعاش" تي تنقيد ڪندي لکيو آهي:

---

* ڪتاب: "**چوند سنڌي افسانا**" ليکڪ: **ڊاڪٽر غلام علي الانا**. صفحوي)

"افساني ۾ جن ڳالهين تي مون کي عرض ڪرڻو هو، سي هونئن تہ اهڙيون حقيقتون آهن، جن ڪان اسان جو موجوده سماج آجو ڪونهي ۽ پلاٽ جو حصو پڻ بنجي سگهن ٿيون، پر ادبي ۽ فني لحاظ کان انهن کي ان افساني ۾ ڪيئن آڻڻ کپي، تنهن تي ٻيهر غور ڪرڻ لاءِ عرض ڪرڻ مناسب سمجهان ٿو. افساني ۾ پوليس جي ظلم جو هڪ بہ واقعو، ۽ آخري منظر، جيلر جي روش ڪجهہ اهڙي موقعي جي پس منظر ۾ آيل آهن، جي پڙهندڙ کي حسي اذيت رسائين ٿيون ۽ منهنجي خيال ۾ افساني جي فني بيهڪ ۽ آخرين تاثر کي ضرب پهچائين ٿيون." *

"ڪهاڻي ان ساڳي ڪهاڻيءَ تي موهن ڪلپنا پنهنجي راءِ لکي آهي: ڪهاڻي اتي ختم ٿي وڃي ٿي تہ بدمعاش کي پنهنجي سچي پچي روپ جي خبر پوي ٿي، پر پوءِ جمال ڪردار جي گرفتاري ۽ متس پوليس جا زبردست عذاب ڏيکاريا آهن. ڪهاڻي گونگي ٿي وڃي ٿي، جو ڪلاڪار خود ڳالهائڻ ٿو لڳي." *

جڏهن تہ جمال ابڙو پنهنجي تازي آڊيو انٽرويو ۾ متين ڳالهين جي وضاحت هن ريت ڪري ٿو. "هر جاءِ تي ڪهاڻيڪار پاڻ ڳالهائي ٿو. ڪٿي ڪهاڻيڪار نہ ٿو ڳالهائي، پر مطلب آهي تہ پيغام بہ پهچي. جڏهن هن چڳو ٿيڻ چاهيو آهي ۽ هن تي چڱائي غالب اچي ويئي تہ هو گرفتار ٿي ويو. پر سرڪار هن کي ڇڏي نہ ٿي. سرڪار جو جيڪو انڌو قانون آهي، انهيءَ کي مان ڪاڏي ڪريان! جويي صاحب کي بہ مون لکيو هو تہ اٿين قانون جي جيڪا انڌي ڏنڊي آهي ۽ لنگڙو جمعدار ڪامورا شاهي آهي، انهي کي مان ڪاڏي ڪريان. انهن جيل ۾ جيڪا هن چڱي ماڻهوءَ سان جٺ ڪئي، اها مان لڪائي، ڪيترو لڪايان. ان ڪري مون لکيو آهي تہ ماڻهن کي صحيح خبر پوي تہ اصل ڏوهاري ڪير آهي ۽ جويي صاحب اها ڳالهہ قبول ڪئي، ۽ پوءِ شامل ڪئي. مون اهو بہ لکيو مانس تہ تنهنجي مرضي . اهو ٽڪرو ڪٽي ڇڏين تہ ڀلي ڪٽي ڇڏ، پر هن وري شامل ڪري ڇڏيو.

پر وري پاڻ هڪڙيءَ ڪهاڻيءَ ۾، جيڪا **"مهرباني"** هئي، جنهن ۾ پڇاڙي ڏاڍي سني ٿي ويئي. بس تہ ان ڇوڪري چيو تہ، "توهان صاحبن جي مهرباني آ!" اتي مون ختم ڪئي. هينيون جيڪو ٽڪرو مون ڪٽي ڇڏيو، سو مون کي جويي صاحب لکيو تہ اهو ڇو ڪٽيو اٿئي، مون چيو "اهو ڪهاڻي ۾ سنو نہ ٿو لڳي، اهو ماڻهو جو پنهنجو ڪم آهي تہ اهو نتيجو اخذ ڪري." چيائين تہ "اسان جي ماڻهن جو اجا شعور ايڏو بلند نہ ٿيو آهي، تنهن ڪري مان اهو ٽڪرو وجهي ٿو ڇڏيان."

**جمال ابڙي جو ڪراچيءَ ۾ 19/12/93 تي آڊيو انٽرويو**

سنڌي ادب جي اهم نقاد ۽ دانشور **رسول بخش پليجي** جمال ابڙي جي ڪهاڻي "پشو پاشا" تي راءِ ڏيندي لکيو تہ، "پشو" قدرت جي اڻ گهڙيل تخليق هو.... ڏسندي، ڏسندي جُوانُ ٿي ويو. تہ بہ جهڙو ٻار! ڪنهن کي ڇَڪ، ڪنهن کي رَهڙ. پيو اُڇلون ڏيندو ۽ ڇلڪندو! رحمدل بہ اهڙو ئي هو": ويندي توڙ تائين. سندس ڪردار ۾ اها جذباتي ڇلولائي ۽ هلڪائي نظر اچي ٿي. سندس

---

* ڪتاب: **ڪهاڻيون — مضمون — شخصيت**، "ليکڪ: جمال ابڙو، صفحو 212

* ڪتاب: "**سنگت پبليڪشن**" مرتب: **ادل سومرو**، صفحو 52)

سياسي فهم ۽ تدبر جو ثبوت سندس لنبين ناٽڪي تقريرن کان سواءِ ٻيو ڪو نہ ٿو ملي. سياسي تنظيم جو ذڪر ئي فضول آهي." *

جمال ابڙي، هفتيوار "برسات" کي ڏنل انٽرويوءَ ۾ هن ريت وضاحت ڪئي آهي تہ.

"جڏهن مون "پشو پاشا" لکيو پئي، تڏهن رسول بخش پليجو لاڙڪاڻي آيو هو ۽ ان ڪهاڻيءَ جو ڪچو مسودو ڏسڻ تي اسرار ڪيائين. مون ائين چئي ٽارڻ جي ڪوشش ڪئي تہ هڪ غير حقيقي ڪهاڻي ٿي لڳي، پر هن پڙهي منهنجي همت افزائي ڪئي. زور پريائين تہ ان کي لکي مڪمل ڪريان. منهنجي همت افزائي ڪندي چيائين تہ لٽريچر ۾ اهڙيون ڪهاڻيون بيحساب آهن، جن کي فئنٽسي چئجي ٿو. مان سمجهان ٿو فئنٽسي هوا ۾ جنم نہ وٺندي آهي، ان جون جڙون ماحول ۽ سماج ۾ هونديون آهن ۽ اتان ئي ان کي کٽبو آهي.

هونئن بہ "پشو پاشا" قطعي طور غير حقيقي ڪردار نہ آهي. اها ڪهاڻي ان وقت جي عوامي ۽ سياسي تحريڪن کي ڏسي لکي وئي هئي، جنهن دوران ننيا ننيا استحصالي ليڊر پيدا ٿي پيا هئا، جي پنهنجي پنهنجي شخصي ليڊر شپ چمڪائڻ جي حرص ۾ مبتلا هئا. انهن کي ننڌڻ وقت جي ضرورت هئي ۽ هڪ صحيح عوامي ليڊر جو خاڪو پيش ڪرڻ وقت جي اهم تقاضا هئي. مون کي خوشي آهي تہ مون ان فرض کي وقت کان اڳ نڀايو. اڄ اوهان کي "پشو پاشا" هر ڳوٺ ۾ حقيقي روپ ۾ نظر ايندو. *

سنڌ جي مشهور اديب **ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي**، پنهنجي ڪتاب ۾ جمال ابڙي جي جي افسانن تي هيٺين راءِ ڏني آهي.

"سنڌ ۾ افساني ۾ شيخ اياز کانپوءِ ٻيو وڏو نالو جمال ابڙي جو آهي، جمال ڪي تمام سٺا ۽ منفرد انداز جا افسانا لکيا. ڪردار نگاري، سندس افسانن جي خاص خوبي آهي. هو ڪنهن بہ واقعي، منظر يا شخص جو بيان ائين ٿو ڪري، جو تصوير اکين اڳيان ڦريو اچي. سندس افسانو "شاهہ جو ڦر" سڄي سنڌ ۾ وچي ويو هو." *

سنڌي ادب جي هڪ ٻئي اهم محقق ۽ اديب، **ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي** صاحب جمال ابڙي جي افسانن تي پنهنجي راءِ هيٺينءَ ريت ڏني آهي.

"موجوده دور ۾ جمال ابڙي سنڌي افساني کي نئون موڙ ڏنو آهي. سندس افسانن جو مجموعو "پشوپاشا" جي نالي سان ڇپجي چڪو آهي. سندس اسلوب بيان ننڍن ننڍن جملن، خالص سنڌي محاورن ۽ تشبيهن تي ٻڌل آهي. سندس افسانن جا مُک ڪردار غريب ۽ مظلوم هجڻ جي باوجود سرڪش آهن.

"شاهہ جو ڦر" ۽ "بدمعاش" سندس شاهڪار افسانا آهن." *

---

* ڪتاب: "**ڪهاڻيون – مضمون – شخصيت**" ليک: جمال ابڙو، صفحو 190

* **هفتيوار "برسات" ڪراچي، جولا 1986ع، انٽرويو وٺندڙ: ف –م لاشاري صفحو 16**

* ڪتاب: "**سنڌي ادب جي مختصر تاريخ**" ليک: ڊاڪٽر جبار جوڻيجو، صفحو )

* ڪتاب: "**سنڌي ادب جو تاريخي جائزو**" ليک: **ميمڻ عبدالمجيد سنڌي** صفحو

# نتيجا /تت

هن وقت تائين لکيل سنڌي ڪهاڻيءَ تي بن ادبي لاڙن ترقي پسند ادبي تحريڪ ۽ جديديت جا اثر ڇانيل رهيا آهن.

سنڌي ڪهاڻي جيڪا ترقي پسند تحريڪ جي اثرن هيٺ تخليق ٿي آهي، ان ۾ ڪافي سگهه آهي. ترقي پسند ڪهاڻيڪارن ڪيترين ئي اعليٰ ۽ شاهڪار ڪهاڻيون تخليق ڪيون آهن، جن پنهنجي پڙهندڙن تي ڪافي گهرا اثر ڇڏيا آهن. ترقي پسند اديبن قومي ۽ طبقاتي جاڳرتا کي جنم ڏيڻ ۾ پڻ سنو ڪردار ادا ڪيو آهي. اها به حقيقت آهي ته ترقي پسند ادب جي نالي ۾ به ڪيترين ئي پرچارڪ ۽ سطحي ڪهاڻيون لکيون ويون آهن، جن جو مقصد اعليٰ هوندي به انهن جو ادبي ۽ فني ملهه نه جي برابر آهي. اهڙين ڪهاڻين ۾ مقصد تي گهڻو زور ڏنو ويو آهي، جڏهن ته ڳالهه کي خوبصورت ۽ اثرائتو بنائي پيش ڪرڻ لاءِ جنهن فن ۽ آرٽ جي ضرورت رهي ٿي. اهي ڪهاڻيون ان کان بلڪل وانجهيل رهيون آهن. اهڙي قسم جون ڪهاڻيون لکندڙ اديبن کي فقط خارجيت ئي نظر آئي آهي، جڏهن ته انسان جي اندر ۾ به هڪ خوبصورت دنيا آهي. اهڙن ليکڪن ٻاهرين حقيقتن کي ته ڏنو آهي، پر اندر جي حقيقتن جا انڪاري رهيا آهن. هنن ڪجهه نعريباز ۽ پرچاري ڪهاڻيون لکي "شارٽ ڪٽ" اختيار ڪري بنا محنت جي گورڪي، گوگول، چيخوف، ٽالسٽاءِ ۽ موپاسان ٿيڻ چاهيو ٿي. نتيجي ۾ اهڙيون ڪهاڻيون جنم وٺڻ لڳيون، جن جي ٻوليءَ ۽ فڪر ۽ هڪ سياسي پمفليٽ، تقرير ۽ اشتهار ۾ ڪو به فرق نه رهيو. اهڙا ڪهاڻيڪار "ڪميونزم" کي يا نعري بازيءَ کي ئي ترقي پسندي سمجهي ويٺا. اهڙيون ڪهاڻيون ڪهاڻيءَ جي فن کان ڪوهين دور هيون. اڪثر ڪهاڻيڪارن جي ڪهاڻين جو مرڪزي خيال، انداز بيان، ورجاءُ تي ٻڌل رهيو نهيل نڪيل نتيجا ۽ هٺرادو اميد پرستيءَ جو رجحان ڪٿي، اهڙيون ڪهاڻيون فار مولائي بنجي ويون. جن ۾ ڪو به اثر، ڪشش يا نواڻ باقي نه رهي. مطلب ته اهڙن ڪهاڻيڪارن وٽ مقصد ته هو، پر فن ڪو نه هو.

جمال ابڙي جي مختصر ڪهاڻيءَ جي اپياس ڪرڻ کانپوءِ اها ڳالهه بلڪل چٽيءَ ريت اڀري آئي آهي ته جمال ابڙو ئي پهريون ڪهاڻيڪار آهي، جنهن ورهاڱي کانپوءِ سنڌي ڪهاڻيءَ کي نئون موڙ ۽ نوان لاڙا ڏنا آهن. هن جي ڪهاڻين ۾ هيٺيون فني ۽ فڪري خاصيتون آهن، جن کي اسان بنياد بنائي، مختصر سنڌي ڪهاڻيءَ جي روشن آئيندي ڏانهن وک وڌائي سگهون ٿا:

**جمال ابڙو** پهريون ڪهاڻيڪار آهي، جنهن جي ڪهاڻيءَ ۾ تخليقي حقيقت نگاريءَ جو سگهارو لاڙو موجود آهي. ورهاڱي کان اڳ ڪجهه ڪهاڻيڪارن جي ڪهاڻين ۾ اهو رجحان ابتدائي شڪل ۾ ضرور موجود هو. پر اهو ڀرپور فني ۽ فڪري سونهن سان نوس شڪل ۾ جمال ابڙو جي ڪهاڻين ۾ موجود آهي.

جمال ابڙي، پنهنجين ڪهاڻين ۾ نج سنڌي ڳوناڻي ماحول کي ڀرپور پيرو پرپور نموني سان چٽيو آهي، توڙي جو هن کان اڳ جي چند ڪهاڻيڪارن جي ڪهاڻين ۾ مقامي ماحول جون جهلڪيون ملن ٿيون.

**جمال،** مختصر ڪهاڻيءَ ۾ سماجي، خارجي ۽ ڳوناڻي زندگيءَ جي مسئلن کي موضوع بنايو آهي. اها روايت جمال کان اڳ جي ڪهاڻيڪارن توڙي سندس همعصرن وٽ پڻ ملي ٿي، پر جمال ۾ نظرياتي شعور ۽ پرپور فن جي موجود هئڻ ڪري انهن موضوعن کي نهايت خوبصورت نموني سان نپايو ويو آهي.

**جمال ابڙي** جي ٻولي، پنهنجي دور جي سيني ڪهاڻيڪارن کان مختلف آهي، هن جي ٻولي صاف ستري، عوامي لهجي ۽ محاوري واري آهي، جنهن ۾ نج پٽو ۽ ڳوٺن جي خوشبوءِ موجود آهي. هن جي ٻولي نه سگهڙن جي ٻوليءَ جهڙي آهي، نه اُن تي شاعراڻي رومانويت ڇانيل آهي. هن جي ٻولي هترادو، نهيل ۽ سينگاريل نه آهي ۽ نه اُن ۾ بيجان ۽ ڪوڪلا لفظ آهن. ليڪن هن جي ٻولي جاندار آهي ۽ زندگيءَ مان ڦٽي نڪتي آهي. پڙهندڙ ڪٿي به جمال ابڙي جي ٻوليءَ جي وهڪري ۾ لڙهي يا سحر ۾ گم ٿي نٿو وڃي، ۽ نه ئي ٻوليءَ جي انداز بيان ۾ گم ٿي، مقصد وڃائي ويهي ٿو. هن جي ٻوليءَ جي خوبصورتي، سندس مقصد کي وڌيڪ چٽو ۽ حسين بنائي ٿي. هن جي ٻولي اسٽائلش نه آهي، پر اها بلڪل فطري لڳي ٿي، ڇڻ ته اها ٻولي جمال ابڙي جي ذهن ۾ رچي وئي آهي.

**جمال ابڙي** جي ڪهاڻين ۾ شاندار ڪردار نگاري ملي ٿي. هن جي ڪردار نگاري مڪينيڪل نه ٿي لڳي. هو ڪردارن جي مٿان پنهنجي مرضي نه ٿو مڙهي ۽ اهي بلڪل آزاد آهن. ڪردارن جي ڏور ليکڪ جي هٿ ۾ نه آهي، پر اهي پنهنجي فطري مزاج، سياءُ ۽ نفسيات موجب چُر پر ڪن ٿا. هن ڏنل وائنل ڪردازن ۾ پرپور تخليقي رنگ پريو آهي. هو پنهنجن ڪردارن سان گڏ روئي ۽ کلي ٿو. هن جا ڪردار غريب ۽ پورهيت طبقي جا آهن. اهي مظلوم هوندي به ڏاڍا خوددار آهن. اهي پنهنجين ذلتن تي ڳوڙها نه ٿا ڳاڙين، پر ڪا نه ڪا جدوجهد جي راهه ڳولي ٿا لهن.

**جمال،** پنهنجي سدا بهار اسٽائيل جي ڪري بين ڪهاڻيڪارن کان بلڪل نرالو نظر اچي ٿو. هن وٽ پيار، سچائي ۽ خلوص آهي ته وري ڪاوڙ ۽ غصو به آهي. زندگيءَ جون تلخ حقيقتون ۽ انهن جو بيانيه انداز ۾ سگهارو اظهار پڻ موجود آهي. سندس ڪهاڻين ۾ فئنٽسيءَ جي انداز واريون جهلڪيون پڻ آهن. هن وٽ ننيڙن ۽ مختصر جملن ۾ تمام وڏي ڳالهه چئي وڃڻ جو فن به آهي. هو پنهنجيءَ اسٽائيل ۽ پيشڪش ۾ قصي گو نه ٿو لڳي، نه ئي هو جرنلسٽ ۽ مضمون نگار ٿو لڳي، پر هو معنوي توڙي فني اعتبار کان هڪ ڪامياب ڪهاڻيڪار ٿو لڳي.

**جمال ابڙي** وٽ گهرو سماجي شعور ۽ اُن جو فنڪارانه اظهار ملي ٿو. هن عوامي مسئلن ۽ ضرورتن کي موضوع بنائيندي، پنهنجين تخليقن ۾ زندگيءَ کي حسين کان حسين

تہ بنائڻ جو خواب ۽ پيغام ڏنو آهي. اهڙي قسم جو ادب ڏيڻ وقت هن جون ڪهاڻيون فارمولائي ۽ مڪينيڪل انداز واريون نہ ٿيون لڳن. هن وٽ فن ۽ مقصد جو خوبصورت سنگم موجود آهي.

**جمال ابڙو، ترقي پسند سنڌي ڪهاڻيءَ جو باني آهي.** هن ترقي پسند تحريڪ جي عروج واري زماني کان ڪهاڻيون لکڻ شروع ڪيون. هن ترقي پسند تحريڪ جي چڱن ۽ مثبت اثرن کي ضرور قبول ڪيو آهي، پر هن ڪڏهن بہ ترقي پسند تحريڪ جي گُهرجن کي مصنوعي انداز ۾ آڏو رکي ڪهاڻيون نہ لکيون آهن. هن جون ڪهاڻيون ڌرتيءَ جي حالتن مان جنم وٺن ٿيون. هن پنهنجي سماج جو ڳوڙهو مطالعو ڪندي، اهڙيون تخليقون پيش ڪيون آهن، جن جو مقصد ترقي پسند ادب جي هر معنيٰ ضرور آهي.

جمال پنهنجي دور جي غلط ادبي نظرين ۽ لاڙن کي سختيءَ سان رد ڪيو آهي، ڇاڪاڻ تہ انهن سنڌي سماج جي مزاج ۽ روح سان مطابقت نہ ٿي رکي. هن جي هرسٽ بامقصد آهي، ان ڪري هن جي ڪهاڻين ۾ نہ ابهام آهي، نہ ئي وري بي مقصديت.

مطلب تہ جمال ابڙي جون ڪهاڻيون فن، ٻوليءَ، اسلوب موضوع توڙي سماجي شعور جي گهرائي جي حوالي کان پنهنجي همعصر يا ستت پوءِ ايندڙ ڪهاڻيڪارن کان وڌيڪ سگهاريون آهن. اهي سنڌي ادب جو بيمثال سرمايو آهن، جن کي مثال بنائيندي، نئين نسل جو ڪهاڻيڪار اڳتي وڌي سگهي ٿو.

ٻئي پاسي "**وجوديت**" جي اثر هيٺ يا "**جديديت**" جي نالي ۾ جيڪو ادب تخليق ڪيو ويو آهي، ان ۾ ڪيترن ئي سنڌي ڪهاڻيڪارن، ون يونٽ ٽٽڻ کانپوءِ فارم، هيئت اسٽائيل توڙي موضوع ۾ ڪافي نيون تبديليون آنديون آهن. اهڙين ڪهاڻين ۾ انسان جي اندر جي پيڙا جي عڪاسي ڪئي وئي آهي، پر هنن کي فقط انسان جي اندر جي دنيا ئي نظر آئي، خارجي دنيا ڏانهن اک کڻي بہ نہ نهاريائون. ڪيترن ئي ڪهاڻيڪارن فيشن ۾ ڏيک طور ڪاميو، ڪافڪا، سارتر ۽ ايمائيل زولا ٽيڻ جي شوق ۾، پنهنجي سماج کان اوپريون تخليقون پيش ڪيون. هنن اندر جي حقيقتن کي چٽيندي، ٻاهر جي حقيقتن سان انهن جي لاڳاپي کي بلڪل نظرانداز ڪري ڇڏيو.

نتيجي ۾ انهن ڪهاڻين ۾ ساڳيائپ، ورجاءُ، غير ضروري وڏاءُ جي ڪري جمود واريون ڳالهيون اچڻ لڳيون. انسان جي پيڙا، انهن کي رڳو جنس، عشق، محبت ۽ اڪيلائيءَ ۾ نظر آئي، پر انسان جي غربت ۽ سماجي مسئلن جي چڪيءَ ۾ پسجندي جيڪا پيڙا جنم وٺي ٿي، ان کان اکيون پوري ڇڏيائون. هر ڪهاڻيءَ ۾ بي مقصديت کي زوري ثابت ڪيو ويو. زندگيءَ کي بي معنيٰ ثابت ڪرڻ لاءِ سمورو فن استعمال ڪيو ويو. هنن اديبن "**ائبسرڊٽيءَ**" کي ئي جديد ادب سمجهيو. نتيجي ۾ سنڌي ڪهاڻي "**پينڊولم**" جي ٻن ڇيڙن وانگر ٿي بيٺي. عظيم ليکڪ **سارتر** چيو آهي تہ: مغرب وارن وٽ ٽيڪنيڪ آهي، ليڪن

مسئلا نہ آهن. جن تي لکيو وجي، ان جي ابتڙ مشرق جي غريب ملڪن ۾ وڏا، ڳنڀير ۽ خوفناڪ مسئلا موجود آهن. پر ٽيڪنيڪ اجا تائين پيدا نہ ٿي آهي.“

دنيا ۾ سرد جنگ جي خاتمي ۽ ترقي پسند تحريڪ جي رومان ختم ٿيڻ کانپوءِ سنڌي ادب ۾ ڪافي حقيقتون چٿيون ٿي اپري آيون آهن. اسان جي ڪهاڻيڪارن ۽ اديبن اها ڳالهہ محسوس ڪرڻ شروع ڪئي آهي تہ اسان کي پنهنجي سماج کي نہ **”گورڪيءَ“** جي اک سان، نہ ئي **”ڪاميو“** ۽ **”سارتر“** جي نگاهہ سان ڏسڻو آهي، پر پنهنجي سماج کي پنهنجي اک سان ڏسڻو آهي.

مٿين ٻنهي لاڙن جي وچ ۾ لڏندڙ سنڌي ڪهاڻيڪارن اڳيان اهو مسئلو بنجي پيو تہ ڪيئن هو ”اسيٽريو ٽائيپ“، هڪ پيٽرن تي سرجندڙ ترقي پسند ڪهاڻيءَ واري رجحان مان جان ڇڏائيندي، ٻي مقصديت جي رجحان مان بہ جان ڇڏائين تہ جيئن زندگي بخش مقصد وارين فني شهڪار ڪهاڻيون سرجي سگهن. ان ٻڏتر واريءَ ڪيفيت ۾ تہ انهن ٻنهين لاڙن کان علاوه وقت جي ضرورت تي نهڪي ايندڙ پيٽرن تي ڪيئن ۽ ڪهڙيءَ ريت لکجي، ان تي سوچڻ وارو هڪ چڱو خاصو خاموشيءَ وارو عرصو آهي، جنهن کي سنڌي ڪهاڻي جمود جو شڪار ٿي چڪي آهي“ سمجهيو ويو آهي.

ان جمود کي ٽوڙڻ لاءِ ضروري آهي تہ سنڌي ادبي سنگت جهڙين سجاڳ ذهن تنظيمن هٿان جمال ابڙي جهڙن عظيم ڪهاڻيڪارن جي ڪهاڻيءَ جي فن تي ورڪشاپ سيمينار، اپياس ۽ مذاڪرا ڪرائڻ گهرجن، تہ جيئن نوجوان ڪهاڻيڪار انهيءَ مان ڪجهہ پرائي سگهن ۽ انهن جي فن جي روشنيءَ ۾ نوان تجربا ڪندي سنڌي ڪهاڻيءَ کي جديد عالمي معيار تي ڪٿي اچن.

اخبارن، رسالن ۽ ٻين ڇپائيءَ جي ادارن کي اهڙن ڪهاڻيڪارن جي زندگيءَ ۽ فن تي پنهنجا خاص نمبر ڪڍڻ گهرجن، تہ جيئن انهن ۾ وقت جي باشعور نقادن جا ڪهاڻيءَ جي مختلف فني ۽ فڪري پهلن تي علمي ۽ تحقيقي مقالا ڇپجن، تہ جيئن اجا بہ وڌيڪ نوان ڪهاڻيڪار پنهنجي ڪهاڻيڪارن جي فن ۽ فڪر مان رهنمائي حاصل ڪري سگهن، ۽ پنهنجي لاءِ ڪا بهتر راهہ چونڊي سگهن.



## مددي ڪتابن/مواد جي ببليوگرافي


1– سنڌي ادب جي مختصر تاريخ: ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو

2– سنڌي نثر جي تاريخ: منگھارام ملڪاڻي

3– آزاديءَ کان پوءِ سنڌي افسانوي ادب جي اوسر: ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي

4– چار مقالا: محمد اسماعيل عرساڻي

5– چونڊ سنڌي افسانا: مرتب: ڊاڪٽر غلام علي الانا

6– ڪهاڻيون، مضمون، شخصيت: جمال ابڙو

7– سنڌ ۾ سنڌي ڪهاڻيءَ جي اوسر: ممتاز مهر

8– ويچار: ممتاز مهر

9– سنڌي ذات هنجن: رسول بخش پليجو

10– ادبي اصول (ڇاپو ٽيون) منگھارام ملڪاڻي

11– سنڌي ادب جو تاريخي جائزو: ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

12– اُوڪو پيو فهم: سهيڙيندڙ: امير علي قادري

13– 30 سالن جون چونڊ ڪهاڻيون: ڀاڱو (1): سهيڙيندڙ: طارق اشرف

14– ادب جا فڪري محرڪ: ڊاڪٽر الهداد بوهيو

15– سنڌي ڪهاڻي ورهاڱي بعد: ڪيرت ٻاٻاڻي

16– افسانا: غلام رباني

17– سفيد وحشي: شيخ اياز

18– بلو دادا: اياز قادري

19– ساگر جي لهرن تي: حفيظ شيخ

20– سنڌي ڪهاڻيءَ جون سماجي ذميواريون (مضمون) محمد حنيف شاھ

21– ادبي اوسر: سهيڙيندڙ: ڊاڪٽر غلام علي الانا

22– ساهتڪار (92–1991) بمبئي: گوبند مالهي

23– سنگت پبليڪشن (ڪهاڻي نمبر): مرتب: ادل سومرو، سنڌي ادبي سنگت سنڌ

24– آرسي (4) حيدرآباد: مرتب: ولي رام ولڀ ۽ ظفر حسن

25– ماهوار "سهڻي" (نسيم کرل نمبر): ايڊيٽر طارق اشرف

26– هفتيوار ”برسات“ ڪراچي (جولاءِ 1986)      ايڊيٽر: يوسف شاهين
27– هفتيوار ”برسات“ ڪراچي (ڊسمبر 1986)      ايڊيٽر: يوسف شاهين
28– ٽماهي ”مهراڻ“ سنڌي ادب سيمينار نمبر:      سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو
29– ٽماهي ”مهراڻ“ جا ڪجهه پرچا:      سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو
30– ”ڪينجهر“ حيدرآباد جا ڪجهه پرچا:      ايڊيٽر ناز سنائي
31– ماهوار ”نئين زندگي“ ڪراچي، جنوري 1968ع

## اڙدو ڪتاب

32– ترقي پسند ادب:      سردار جعفري
33– داستان سي افساني تڪ:      وقار عظيم
34: افسانہ اور افسانہ نگار:      ڊاڪٽر سليم اختر
35– نئي افساني ڪي سماجي بنيادين:      آزاد ڪوثري



# مان جج جي ڪرسي ڪان وڌيڪ عوام جي ويجهو هوس

(هيءَ جمال ابڙي جو انٽرويو سندس ڪراچي جي رهائشگاهه تي 1993_12_19 تي ايم. اي سنڌيءَ جي مونوگراف جي سلسلي ۾ ورتوويو. جنهن ۾ جمال صاحب پاڻ پنهنجن ڪهاڻين جي ڪردارن، ٻوليءَ، سماجي پسمنظر، فڪر ۽ فن جي باري ۾ حقيقي ڳالهيون بيان ڪيون آهن. هيءَ رڪارڊ ڪيل انٽرويو پڙهندڙن جي لاءِ جيئن جو تيئن هت ڏجي ٿو.

انٽرويو وٺندڙ: ادريس جتوئي

**ادريس جتوئي: پهرين ڪهاڻي اوهان ڪڏهن لکي ۽ ڪهڙين حالتن ۾ لکي؟**

**جمال ابڙو:** ڪهاڻيون تہ سرجنديون رهنديون آهن. ماڻهو سڄي عمر ڪهاڻيون ٻڌائيندو رهيو آهي، او، جڏهن پٿر جي دؤر ۾ هوندو هو. تڏهن بہ تہ ڪهاڻيون ٻڌائيندو هوندو. تہ مون اڄ هيئن ڪيو ۽ اڄ هونئن ڏٺو. ڪهاڻيون تہ ماڻهوءَ جي من ۾ آهن ئي آهن ۽ رهنديون پيون اچن ۽ دنيا جي هن ڪينواس تي جيڪي وهي واپري پيو. اهو بہ پيو ڏسجي. تنهن ڪري اهو مواد ڪٺو ٿيندو ٿو وڃي. پوءِ ڪنهن بہ وقت ڪو اهڙو واقعو ظاهر ٿئي ٿو. جنهن ڪان متاثر ٿي ليکڪ لکي ٿو.

مون کي يادگيري آهي تہ مون پهرين ڪهاڻي لکي: ”هو حُر هو“. منهنجي پهرين ڪهاڻي اها هئي. انهن ڏينهن ۾ منهنجو پيٽويو عبدالحق وڪو. ڊي ايس پي ٽنڊو محمد خان هو. انهيءَ کي ميري نظاماڻي کي مارڻ جي ڊيوٽي ڏني وئي هئي ۽ مشهور ڌاڙيل قل ماڇي کي بہ مارڻ جي ذميواري ڏني وئي هئي. سو قل ماڇيءَ کي بہ ماريائين ۽ ميري نظاماڻيءَ سان بہ سندس وڏو مقابلو ٿيو هو. مون کي بہ وٺي ويو، پر ميرو نڪري ويو. ٻيا ڌاڙيل هئا. هڪڙو منٺار ۽ ٻيو جنهن جو نالو وسري ويو آهي، انهن کي ماريو ويو. ميرو نظاماڻي مشهور ڌاڙيل ۽ حُر هو. انهي کي جڏهن ماريائين تہ مون کي اهو مواد ذهن ۾ هو، پوءِ مون اهو لکي ڇڏيو، تہ ماڻهو ڌاڙيل ڇو ٿو بڻجي، ۽ ڌاڙيل بڻجڻ ۾ هن جي ڪا رضا ۽ خوشي شامل نہ آهي. حالتون آهن، جيڪي هن کي مجبور ڪري ڌاڙيل بنائين ٿيون ۽ جي هُو چڱو ٿيڻ چاهي ٿو تہ هُن کي موقعو نٿو ڏنو وڃي.

**ادريس جتوئي: اوهان جي ڪهاڻي ”هو حُر هو“ ۾ خيري خاصخيليءَ جو جيڪو ڪردار آهي. اهو فرضي نالو آهي يا حقيقي ڪردار آهي؟**

**جمال ابڙو:** ميري نظاماڻيءَ جي بدران خيرو خاصخيلي لکيو هوندم. نالو مٽائي لکيو هوندم. خان صاحب کي روليڪس واچ انعام ۾ ملي هئي. جنهن تي پنيان لکيل هو تہ ميري نظاماڻيءَ کي مارڻ جو وڏو ڪارنامو ڪيو آهي.

**ادريس جتوئي: ڪهاڻيون لکندي، اوهان جي تخليقي ڪيفيت ڪهڙي هوندي آهي؟**

**جمال ابڙو:** ڪيئي حالتون ٿين ٿيون. ڪا بہ ڳالهہ چئي نٿي سگهجي. مثلاً ”بدمعاش“ ڪهاڻي، جيڪا مون لکي، منهنجي ذهن ۾ بہ ڪانہ هئي، مان اسٽوڊنٽ هوس يا اهو دور پورو ٿيڻ وارو هو. ڪراچيءَ کان لاڙڪاڻي ڳوٺ وڃي رهيو هوس. ٽرڊ ڪلاس گاڏي ۾ سفر ڪندا هئاسون. ٽرڊ ڪلاس ۾ ڏاڍي رش هئي. مون کي پريشاني ۾ تڙپ ذهن ۾ ئي هئي ۽ دا، کي آرام نہ اچي رهيو هو. سو ٻين مسافرن کي درخواست ڪيم تہ مٿينءَ سيٽ تان سامان ٿورو پريرو ڪيو تہ اتي مان ليٽي پوان. مان ليٽي پيس ۽ پنا ڪڍي لکڻ شروع ڪيم. سيني چيو تہ هن ويچاري کي ڪو ڪم ڪرڻو هو. ڇگو ٿيو جو وڃي مٿي ستو تہ مون سڄي ”بدمعاش“ ڪهاڻي ريل ۾ لکي. پوءِ سيني پڙهڻ کانپوءِ چيو تہ اها چڱي ڪهاڻي آهي. تہ ائين ٿئي ٿو ماڻهوءَ جي ذهن ۾ سوين ڳالهيون اڳ ۾ ئي آهن. ماڻهو انهن ڳالهين کي قبوليندو ۽ نتيجا ڪڍندو آهي. نتيجن تي پهچڻ کانپوءِ ڪا بہ ڳالهہ ٿي پوي ٿي، تہ ماڻهو لکي ٿو.

**ادريس جتوئي: ”بدمعاش“ جي حوالي سان محمد ابراهيم جويي ۽ موهن ڪلپنا جي تنقيد آئي تہ ”بدمعاش“ ڏاڙيل جو ڪردار آهي، ان کي جڏهن پنهجو بار ياد اچي ٿو، يا پڇاڻيءَ تي جيڪي واقعا پوليس جو تشدد وغيره ٿين ٿا اهي غير ضروري آهن. موهن ڪلپنا جي راءِ آهي تہ ”اتي ڪهاڻيڪار پاڻ ڳالهائڻ لڳي ٿو ۽ ڪهاڻي نٿي ڳالهائي.“؟**

**جمال ابڙو:** هر جاءِ تي ڪهاڻيڪار پاڻ ڳالهائي ٿو. ڪٿي ڪهاڻيڪار پاڻ نٿو ڳالهائي؟ هر جاءِ تي پاڻ ڳالهائي ٿو. مطلب اهو آهي تہ Message يا نياپو تہ پهچائجي نہ. ڪردار جڏهن ڇگو ٿيڻ چاهيو ۽ ڇگائي غالب اچي وئي تہ گرفتار ٿي ويو. پر سرڪار بہ تہ هن کي ڇڏي نہ! سرڪار جو انڌو قانون آهي، انهيءَ کي مان ڪاڏي ڪريان. جويي صاحب کي بہ مون اهو لکيو تہ قانون ۾ جيڪا انڌي رنڊي آهي ۽ لنگڙو جمعدار يعني جيڪا ڪامورا شاهي آهي، تنهن کي ڪاڏي ڪريون. انهن جيڪا جيل ۾ هن ڇگي ماڻهوءَ سان جٺ ڪئي، اها مان لڪائي ڪيترو لڪايان. انهيءَ ڪري مون سڀ ڳالهيون لکيون تہ ماڻهن کي خبر پوي تہ اصل ڏوهاري ڪير آهي- جويي صاحب پوءِ اها ڳالهہ قبول ڪري شامل ڪئي. مون جويي صاحب کي لکيو تہ اها تنهنجي مرضي، جي ٽڪرو ڪُڍي ڇڏين تہ ڀلي ڪڍي

ڇڏ. پر هن شامل ڪري ڇڏي. وري پاڻ ئي هڪڙي ڪهاڻي "مهرباني". جنهن جي پڄاڻي ڏاڍي سٺي ٿي وئي هئي. تہ هن ڇوڪريءَ جي ڪردار ڇيو تہ اها توهان جهڙن صاحبن جي مهرباني آهي. اتي مون ختم ڪئي ۽ هيٺيون جيڪو ٽڪرو لکيل آهي "۽ پوءِ اسان کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ اسان ڪنهن گند تي ڪيڙا هئاسون" مون ڪڍي ڇڏيو هو. تہ جويي صاحب لکيو تہ اهو ٽڪرو اوهان ڇو ڪڍيو. مون چيو ان سان ڪهاڻي سٺي نٿي لڳي. ڇو تہ نتيجا ڪڍڻ ماڻهوءَ جو پنهنجو ڪم آهي. تہ جويي صاحب چيو تہ اسان جي ماڻهن جو اڃا ايڏو شعور بلند ناهي ٿيو. تنهن ڪري مان اها "پڄاڻي" ڏيان ٿو. پاڻ ئي ان پنهنجي ڳالهہ کي Contradict ڪيائين.

**ادريس جتوئي:** **ورهاڱي کانپوءِ جي سنڌي ڪهاڻيءَ جو اوهان کي باني چيو وڃي ٿو، اوهان کان اڳ امر لعل هنڱوراڻي، آسانند مامتورا، نادر بيگ مرزا ۽ ٻيا رهيا آهن، پر نئين سنڌي ڪهاڻي باقائدي جيڪا جديد شڪل اختيار ڪئي آهي، اهو اوهان جو ڪارنامو آهي، پر ڪجهہ نقادن جي راءِ آهي تہ اياز قادري نئين سنڌي ڪهاڻيءَ جو باني آهي؟**

**جمال ابڙو:** اياز قادري نہ. منهنجي خيال ۾ جيڪڏهن ڪو موجوده سنڌي افساني جو باني آهي تہ اُهو اياز شيخ آهي. ان جو ڪتاب "سفيد وحشي" توهان پڙهيو هوندو. يا ٻيون ڪهاڻيون لکٽي وغيره تمام لاجواب ڪهاڻيون آهن. منهنجي خيال ۾ جديد دور جي ڪهاڻي جو باني شيخ اياز آهي. هو وڏو شاعر بڻجي ويو. ان ڪري هن جي مضمون نويسيءَ ۽ افسانہ نويسيءَ وارو پهلو جهڪو ٿي ويو. نہ تہ هو جديد ڪهاڻي جو باني آهي. پوءِ رباني، پوءِ مان ۽ پوءِ اياز قادري آهي.

**ادريس جتوئي:** **توهان شروع ۾ لکڻ وقت شعوري طرح ڪنهن ليکڪ جي اسٽائيل کان متاثر ٿيا يا اوهان پنهنجو اسٽائيل تبديل ڪيو؟ هڪ راءِ اها بہ آهي تہ اوهان جي ڪهاڻين تي گورڪي، او هينري ۽ جيڪ لنڊن جو اثر آهي؟**

**جمال ابڙو:** ها. سڀ ائين چون ٿا. دوستن بہ مون کي ائين چيو هو. مون چيو تہ ادا مون نہ او هينري پڙهيو آهي، نہ ڪو وري جيڪ لنڊن پڙهيو آهي. مون تہ پنهنجا سنڌي ڪهاڻيڪار پڙهيا آهن. امر لعل هنڱوراڻي پڙهيو آهي. ٽئگور بہ پڙهيو آهي. ٽالسٽاءِ پڙهيو اٿم سي بہ انگريزيءَ ۾، نہ سنڌيءَ ۾ ترجمي سان. اُن زماني ۾ بابي سائينءَ وٽ ڪتاب تمام گهٽا ايندا هئا. انهن مان ڪهاڻيون پڙهندو هوس. مون تي جيڪڏهن اثر آهي تہ منشي پريمچند جو ۽ ٽالسٽاءِ ۽ ٽئگور جو. ٽئگور جون ڪهاڻيون عاليشان هيون. "ڪابولي والا" ۽ ٻيا ڪتاب وغيره مون پڙهيا. مون انگريزي ليکڪ نہ پڙهيا هئا بعد ۾ پڙهيا هوندم. پر جڏهن مون ڪهاڻيون لکيون تہ اهي ڪونہ پڙهيا هئم.

**ادريس جتوئي: ائين تہ ناهي تہ منشي پريمچند تي انهن مٿين انگريز ليکڪن جي اسٽائيل جو اثر هجي ۽ اوهان بہ ان کان اثر ورتو هجي؟**

**جمال ابڙو:** منشي پريمچند ۽ ٻين ليکڪن جي سچائي، اخلاص ۽ مسئلن تي پهچڻ جي ڳالهہ ۽ ماڻهن سان همدردي، اها ڏاڍي اثر ڪندڙ آهي. باقي اسٽائيل تہ منهنجي پنهنجي آهي، جيڪا ٻئي ڪنهن نہ اپنائي آهي. منهنجي خيال ۾ تہ منهنجي ڪهاڻيءَ نہ پر اسٽائيل ئي تہ ماڻهن کي متاثر ڪيو. ڇاڪاڻ تہ منهنجي اسٽائيل ۾ جوش، جذبو آهي، تيزي، تُندي، ڪاوڙ، غصو، اهي سڀ عنصر آهن. ٻري تي ٻج جيڪڏهن ڪجي اها سنئين سڌي آهي. ان اسٽائيل جي ڪري ئي مان ڪامياب ٿو وڃان. باقي هونئن تہ ڪهاڻيون لکڻ وارا ٻيا بہ گهڻا آهن. ٽئگور، منشي پريمچند ۽ ٽالسٽاءِ تہ وڏا ڪهاڻيڪار آهن. جن کي مون ننڍي هوندي ٻاراڻيءَ عمر ۾ پڙهيو. چڱائيءَ جي تائيد ڪريو ۽ برائيءَ جي مخالفت ڪريو. اها ضروري آهي. اخلاص هجي، سچائي هجي ۽ اهو جذبو هجي تہ برائيءَ جي مخالفت ڪرڻي آهي ۽ چڱائي جي حمايت ڪرڻي آهي. اهو ماڻهو چڱو ٿي سگهي ٿو.

**ادريس جتوئي: توهان جي ڪهاڻين جا جيڪي ڪردار آهن، اهي اوهان جي ذهن جي تخليق آهن يا اهي سماج ۾ حقيقي وجود رکن ٿا؟ اوهان جن ڪجھ ڪردارن جي باري ۾ اها راءِ بہ آهي تہ اهي غير فطري محسوس ٿين ٿا ڇو تہ عملي زندگيءَ ۾ ائين نہ ٿيندو آهي؟**

**جمال ابڙو:** منهنجي خيال ۾ منهنجا سڀ ڪردار زندگيءَ سان وابستہ آهن. ڪو بہ ڪردار زندگيءَ کان ٻاهر ڪونهي، سواءِ هڪڙي "پشوپاشا" جي، پر ان ٽائيپ جا ليڊر جيڪي ماڻهن کي ساڻ ڪيو وتن، اڪين سان اوهان بہ ڏٺا هوندا. ماڻهن جا ڪم ڪريو. پنج پنج روپيا درخواست تي وٺي ڪامورن، انجنيئرن ۽ مختيارڪارن وٽ ماڻهن جا ڪم ڪرائيندا وتن. اها ليڊر شپ تہ ڪامياب نہ ٿيندي. هاري پارٽيءَ ۾ بہ اهڙا ليڊر هئا ۽ مون هاري پارٽيءَ ۾ گهڻو ڪم ڪيو آهي. حيدر بخش جتوئيءَ سان، نذير جتوئيءَ سان ۽ ڪامريڊ عبدالقادر سان. مون کي ڪاوڙ هئي، انهيءَ جي رد ۾ صحيح ليڊر شپ عوام پيدا ڪري. ٻئي طبقي مان جيڪو ليڊر ايندو، سو تہ رڳو پنهنجو فائدو ڳوليندو يا مان ليڊر ٿيان يا پئسا ڪمايان. جيئن عبدالواحد سومرو اسان وٽ لاڙڪاڻي ۾ هوندو هو، اهو وڏو ڪروڙ پتي ٿي ويو. هينئر ڪراچيءَ ۾ چام صادق جي بنگلي جي ڀرسان بنگلو اٿس. پاڻ مري ويو آهي. تہ "پشوپاشا" بہ غير فطري ڪونهي. ڀهراڙيءَ جا ماڻهو اهڙا بہ آهن. جيئن سنڌيءَ جا چرچا آهن. سي مون لکيا آهن. مثلن هن جو چوڻ تہ: "ڇو ڇهڙي جو گلاس آ!" اجا تائين ڀهراڙي، جا ماڻهو چوندا آهن.

**ادريس جتوئي: "شاهه جو قبر" جي پڇاڙي تہ ڪجهہ ماڻهن جي راءِ اها آهي تہ اها ايڏي ڳالهہ نہ هئي، جو هڪ ڇوڪريءَ جي ڇيڙائڻ تي شاهہ ايڏو رد عمل ڪري ۽ مريم ڪي لت هڻي؟**

**جمال ابڙو:** شاهہ ايڏو رد عمل ڪن ٿا. هاڻي سيد ڊرا ٿيا آهن. باقي اڳي تہ سيدن کان توبهہ هوندي هئي. تڏهن سيد ماڻهن کي گاريون ڏيندا هئا. اوهان ڇرچو عام سنڌي ۾ ٻڌو هوندو تہ سيد ڪنهن ماڻهو کي گاريون ڏنيون ۽ چيائين: سيد، زبان سنڀالي ڳالهاءِ. ذات ٿئي ٻيڄڙي نہ تہ مان بہ الائي جي ڇا ڪيان؟ ذات کي گار ڪير ڏئي. اهو ويچارو مجبور هو، سيد ذات ٿئي ٻيڄڙي نہ تہ مان بہ ٺاهوڪو جواب ڏيان. سيد تہ ائين ڪندا هئا. هو پاڻ کي وڏي مخلوق سمجهندا هئا. ۽ اهڙو واقعو ٿيو هو. اسان جي لاڙڪاڻي جي محمد پور محلي ۾ هڪڙو سيد هو، تنهن کي نياڻي هڪڙي ڇوڪري "ماما" ڪري سڏيندي هئي. پوءِ سيد ڪاوڙ ۾ اُن کي جُتي اڇلي هڻي ۽ لت جو لڱس ڇوڪري وڃي پري پئي. اها ڳالهہ ٻڌڻ ۾ آئي. بس ڳالهہ ايتري هئي. پوءِ مُئي ڪانہ هئي. نہ ڪو ڪا ٻي ڳالهہ ٿي هئي، پر ڳالهہ تہ جڙي ٿي وڃي.

**ادريس جتوئي: "پيراڻي جو ڪردار" عملي زندگي ۾ اوهان ڪيئن ڏٺو؟**

**جمال ابڙو:** "پيراڻي" مون پاڻ ڏٺي، اسان جي ڳوٺ ۾ پرٽيل هوندي هئي ۽ امان ٻڌائيندي هئي تہ ٻروچ ٻروهي هن کي وڪڻي ويا آهن. پر مون اها ڳالهہ ٻڌي ۽ ڪهاڻي لکي.

**ادريس جتوئي: اوهان ان ٻڌي ڳالهہ تي ڪهاڻيءَ ۾ ايڏا احساس پريا آهن؟**

**جمال ابڙو:** ها، احساس پرجي ٿا وڃن، اهي ماڻهو جا پنهنجا احساس آهن، احساس پرجي ٿا وڃن، تہ ماءُ ٻارڙي کي ڪيئن وڪيو هوندو، ڇو وڪيو هوندو. ٻروهي تہ مون ڏٺا، ايندا هئا ويچارا لڏون وٺي، جڏهن اچي ڪمائيندا هئا. ڪمائي هليا ويندا هئا. ڇاڪاڻ تہ جبل ۾ بک هوندي آهي ۽ ڏڪار هوندو آهي. ويچارا ايندا آهن. سنڌ ۾ ڪاٽيون ڪٽندا آهن، پوءِ چار پئسا ڪمائي وري هليا ويندا آهن.

**ادريس جتوئي: اوهان جي هڪ ڪهاڻي "ڪارو پاڻي" ۾ پوڙهي سومر جو ڪردار آهي؟**

**جمال ابڙو:** منهنجي ڳوٺ ۾ هڪڙو ويچارو پوڙهو سومر هوندو هو، ڪٺ تي ويٺو هوندو ۽ سڄو ڏينهن ڪانوَ پيو تڙيندو هو، ان جي شڪل مون کي ياد آهي. هڪڙي دفعي پڇو مانس، چاچا خوش آهين؟ سڀ ڪو پيو پڇندو هوس. چي ابا ڪٺ چڙهئي ٿي ماني ملي اچا ٻيو ڇا ڪپي. ماني ملڻ تنهن زماني ۾ تمام وڏي ڳالهہ هئي.

**ادريس جتوئي: ڪهاڻي ۾ ٻوڏ جو جيڪو پس منظر آهي؟**

**جمال ابڙو:** مون ٻوڏ جون ڳالهيون ٻڌيون هيون، ماڻهن کان، وڏن کان، ماءُ کان ۽ ڀين کان تہ ڪيئن ٻوڏ آئي، پوءِ ڪيئن نانگ بلائون نڪري پوندا هئا. ماڻهو

اچي بندن تي ويهندا هئا پوءِ وري ڳوٺن ڏي هليا ويندا هئا. پوءِ بک ۾ پن کائيندا هئا. کيڙن جا بين وٺن جا! اهي ڳالهيون سڀ ٻڌل هيون. پوءِ اهي سڀ ذهن ۾ نکري تيون پون. پوءِ سومر ويچارو هرويرو جو اچي ويو.

**ادريس جتوئي: ٻي توهان جي ڪهاڻي "خميسي جو ڪوٽ" آهي جنهن ۾ ملا ءِ ٻار جو ڪردار آهي؟ انهن ڪردارن جي باري ۾ ڪجھ ٻڌايو؟**

**جمال ابڙو:** مون کان اَمر جليل پڇيو هو تہ توهان جي هر ڪهاڻي ۾ ٻار آهي، اها ڳالھ چا آهي. مون چيو ٻار تہ زندگي آهي. حضور صلعم جن فرمايو تہ جيڪو ٻارن کان ۽ گلن کان محروم آهي، سو زندگيءَ کان محروم آهي. ٻار تہ زندگي آهي.

**ادريس جتوئي: مُلا جو بہ ڪردار آهي؟ ڪجھ ماڻهن جي راءِ بہ آهي تہ جمال پاڻ بہ ڪهاڻين ۾ ڪردار جي شڪل ۾ موجود آهي؟**

**جمال ابڙو:** مُلان تہ مان ڪو نہ آهيان، پاڻ مون تي ليبل لڳل هو تہ دهريو آهي، حالانڪ مان ڪڏهن بہ دهريو ڪو نہ رهيو آهيان، مون تي اهو بہ ليبل رهيو تہ هيءُ دهريو آهي ڪافر آ، هيءُ ڪميونسٽ آ، مان نہ ڪميونسٽ هوس، نہ ڪافر ۽ نہ ئي وري دهريو هوس. مان تہ ملان ڪڏهن بہ نہ رهيو آهيان. البت ڳالھ تي هئي تہ ڪاليج ۾ جڏهن پڙهندا هئاسين تہ بحث مباحثا ٿيندا هئا تہ ان ۾ چوڪرا چوندا هئا تہ چڱائي ماڻهو ڪري، جيڪڏهن ڪو ماڻهو زميندار، شاهوڪار يا سرمائيدار آهي جي اهو بہ چڱو هجي تہ سٺو آهي، ۽ اخلاق معاشري کي سڌاري ٿو سگهي. مان چوندو هوس تہ ان طبقاتي جهيڙي جو اهو حل ڪو نہ آهي. سو اسان مان هڪڙو چوڪرو زميندار هوندو هو، اهو چوندو هو تہ مان توهان کي ڪري ڏيکاريندس، چا آهي پوءِ جي زميندار چڱو هجي تہ چڱائي تي پوندي. ان ڳالھ جي ضرورت ڪا نہ آهي تہ هرويرو زميندار ختم ڪجي. باقي جي زميندار چڱو آ تہ چڱائي تي سگهي ٿي. پر معاشرو بہ ڪرڻ ڏئي نہ. هن کي اها ڳالھ ڪاليج جي زماني واري منهنجي ذهن ۾ هئي پوءِ مان جڏهن ڳوٺ ۾ اچي رهيو هوس تہ سخت سياري ۾ صبح جو جڏهن مان سوير نڪرندو هوس، تڏهن نماز ڪو نہ پڙهندو هوس. نماز جي ڳالھ تہ ائين ڪهاڻي ۾ اچي وئي. تڏهن هڪڙو غريب "خميسو" هوندو هو. خميسو تہ نالو هن جو ڪو نہ هو. "خان" هن جو نالو هو. اهو مينهون پيو چاريندو هو. تڏ ۾ پيرين اگهاڙو. ڦاٽل قميص پئي هئس. تڏهن اتر ۾ اهڙو پارو پيو پوندو هو. جو الله پيو پناھ ڏئي. تن ڏينهن ۾ اسان پليٽ ۾ پارو جمائيندا هئاسين. اهو ڪردار هو. پوءِ ڪهاڻي اڳتي وڌي تہ اهو ثابت ڪرڻو هو تہ تون ڪيترو بہ چڱو ٿئين. ڏنار کي ڪوٽ بہ ڏئين، اُن کي چا بہ ڪرينس، پر اهو ڪوٽ بہ مُلو ڪٽي ويندو. پيا ڪٽي ويندا. هن کي ڪاڏو ڪو نہ ملندو. زميندار هن کي حصو ڪو نہ ڏيندو. ان عمل مان ورندو ڪجھ بہ ڪين. منهنجو مقصد اهو هو. پر ڳالھ هلي وئي. تنهن ڪري Explanation جي

ڏاڍي ضرورت ٿئي ٿي. پوءِ مون سوچيو ته ڪهاڻي جو طبقاتي حوالي کان Back Ground لکڻ کپندو هو. هاسٽل ۾ شاگردن واري بحث مباحثي جو.

**ادريس جتوئي: ته مٿيون طبقو پنهنجي نيچر نه ڇڏيندو؟**

**جمال ابڙو:** اها ڳالهه ڪرٽي پوندي هئي. جويي صاحب جي ڳالهه وانگر ماڻهو اسان جي ڳالهه سمجهن نٿا. ماڻهن کي سمجهائڻو پي ٿو.

**ادريس جتوئي: ان تي مون کي "دين محمد" جو ڪردار ياد اچي ٿو؟**

**جمال ابڙو:** جنهن تي سائين سردار علي شاهه ڏاڍي وٽ ڪئي. دين محمد جو ڪارو منهن نه ٿيو، پر محمد دين جو . . . . . ٿيو آهي ۽ چيائين ته جمال الهه ڏني ۽ پير ڏني جا نالا ڇاڻي واڻي ڏنا آهن. اها ته ڳالهه ڪا نه هئي. بهرحال مون کي اهو چوڻ جو برابر حق هو ته محمد جو دين اهو ته ڪونهي.

**ادريس جتوئي: اهو ڪردار، دين محمد جو ۽ گلاب جو اوهان ڪيئن تخليق ڪيو؟**

**جمال ابڙو:** اهو هيئن ٿيو ته لاڙڪاڻي ۾ مون ڏٺو هو ته هڪڙي ماڻهو کي منهن ڪارو ڪري گڏهه تي چاڙهي ۽ موچڙا هڻي شهر ۾ گهماياڻون. هيڏو ظلم ڪيو ويو. ان تي ڪو به ماڻهو ڪڇيو ڪو نه. ماڻهو جي تذليل تي مون کي ڪاوڙ ٿي. انهيءَ ڳالهه جو پس منظر ڇا هو، ان ڇا ڪيو هو اها مون کي خبر ڪا نه هئي. نڪو پڙ لاهڻ جي ڳالهه هئي، نه ڪو ڪا ٻي ڳالهه هئي پوءِ ته ڪهاڻي نهي وئي. اهڙا واقعا ٿين ٿا. پوءِ واقعي کي ماڻهو ڪهاڻي بنائي ٿو ڇڏي.

**ادريس جتوئي: توهان جي ڪهاڻي لاري، آهي، هن ۾ هڪ ڪنڊيڪٽر جو ڪردار آهي؟ اهو به توهان زندگي ۾ ڏٺو؟**

**جمال ابڙو:** لاريءَ ۾ سفر توهان به ڪيا آهن. اسان به ڪيا آهن. تن ڏينهن ۾ گرميون سخت هيون ۽ رش به ڏاڍي ٿيندي هئي. اهو ته منهنجو تجربو آهي.

**ادريس جتوئي: پر ان ڪهاڻي کي زندگي سان جيڪا پيت ڏني آهي؟**

**جمال ابڙو:** پڇاڙي جو جيڪو پيراگراف آهي اهو ته قرآن شريف جي آيت آهي ته اسان ائين ڪنداسون، پيندي، پٽر، پوري ناس ڪنداسين. اهو سڄو قرآن شريف تان آهي.

**ادريس جتوئي: ان ڪانپوءِ اوهان جي ڊگهي خاموشي ڪانپوءِ جيڪا "سينڌ" ڪهاڻي اچي ٿي، ان لکڻ وقت اوهان ڇا محسوس ڪيو، جڏهن ته ان ۾ اوهان جي ٻين ڪهاڻين جي پيت ۾ فارميٽ جي تبديلي آهي. نوان به محسوس ٿئي ٿي؟**

**جمال ابڙو:** ڇاڪاڻ ته وچ ۾ وڏو گيپ هو انهي ڪري، باقي فارميٽ جي تبديلي مون کي سمجهه ۾ نٿي اچي.

**ادريس جتوئي: سينڌ ڪهاڻي جو پس منظر ڪهڙو هو؟**

**جمال ابڙو:** ڪاروڪاري جا واقعا سڄي سنڌ ۾ ٿين ٿا. اهي ڪنهن کي به پسند ڪونه ٿا اچن. ڪنهن کي ايندا هجن ته اها ٻي ڳالهه آهي. اسان کي نٿا پسند اچن. هڪڙو واقعو هيئن ٿيو ته واقعي مان ڪپري ۾ جج هوس ۽ تعلقي اسپتال

منهنجي بنگلي سان لڳو لڳ هئي. صبح جو مان اُتان ڪورٽ ڏي ويندي لنگهندو هوس. هڪڙي ڏينهن ڏٺم ته سڄي چڱ مائي وڏيل چوٽي سميت ڪٽيل اسپتال ۾ ٻاهر پئي هئي، مون کي ڏاڍو افسوس ٿيو. هيءَ ڇا ٿيو. مائي جو مٿو ڪوڙايو ويو آهي. اهو ڇا ٿيو آهي. پوءِ شام جو پڇا ڪيم ته خبر پئي ته اهو ڪاروڪاريءَ جو ڪيس آهي. ڊاڪٽر پوسٽ مارٽم ڪرڻ کان اڳ ۾ مٿو ڪوڙي ڏنو ته مٿي تي ڪهڙا زخم آهن. اهو مشاهدو هو.

**ادريس جتوئي: اهو واقعو ڪڏهن جو هو؟**

**جمال ابڙو:** اها 1952ع جي ڳالهه آهي، مون 75_70 ۾ ڪهاڻي لکي.

**ادريس جتوئي: توهان ان ڪهاڻي جي سلسلي ۾ ڪنهن هنڌ لکيو ته جڏهن اسان جن ليکڪن جنس تي لکڻ شروع ڪيو. هونئن ته جنس هڪ مقدس ۽ بامقصد جذبو آهي. پر چشڪي خاطر جڏهن ليکڪن لکيو ته مون ان مسئلي کي نئون موڙ ڏيڻ لاءِ هيءَ ڪهاڻي لکي؟**

**جمال ابڙو:** ته بابا، جيڪي اصل مسئلا آهن سي ته اڇن، باقي چشڪي خاطر جيڪي ليکڪ لکن ٿا ته اهو غلط آهي، جيئن ماٽڪ لکيو، ٽڪندا نهيا پيا هئا جڻ چار پنج ٽنگون، ٽڪنڊي وانگر هونديون. اهو لکڻ جو ڪهڙو ضرور آهي، اگهاڙي تصوير ڏيڻ جو ڪهڙو ضرور آهي. بلو فلم ته ناهي. مسئلو ڇا آهي ان تي لکو.

**ادريس جتوئي: اياز قادري جو تازو انٽرويو ڇپيو ته جنهن ۾ هن چيو آهي ته اسان جو نوجوان ڪهاڻيڪار ان منزل تي نه پهچي سگهيو آهي، جنهن منزل تي ان جي دور جا ڪهاڻيڪار پهتا؟ ڪهڙي منزل آهي، ڪهڙين ڳالهين جي کوٽ آهي نوجوانن ۾؟**

**جمال ابڙو:** جيڪا لکڻي تڙپ پيدا ڪري. مون اهو لکيو ۽ سمجهايو آهي، پشو پاشا جي آخر ۾ ته "بدمعاش" جيڪو آهي "بلودادا" ۽ "شيدو ڏاڙيل" ڪان ان ڪري مختلف آهي جو هو چپ ڪري نٿو ويهي. ڪجهه ته ڪرڻو آهي، انسان جيڪڏهن معاشري ڪان متاثر ٿي ۽ چپ ڪري ويهي رهي ته دٻجي وڃي ته اهو غلط آهي. انسان ڪڏهن به چپ ڪري ويهڻ وارو نه آهي. انسان هميشه اُڀري مٿي ٿو اڇي. انهي، ڪري هميشه مون اهو ڏيکاريو آهي ته انسان ۾ بي حساب قوتون آهن هو ڪهڙي به مشڪل سان مهاڏو اٽڪائي سگهي ٿو. جيئن پشو پاشا ڪيو. مون ڪهاڻين ۾ اهو پيغام ڏنو آهي ته انسان دٻجي نٿو سگهي جيئن دٻائبو تيئن اهو اُڀرندو. مهاڏو اٽڪائيندو آ ۽ نيٺ پنهنجي منزل ماڻيندو آ.

**ادريس جتوئي: 70 کانپوءِ جيڪا ڪهاڻي آئي آهي، ان ۾ موضوع ۽ توڙي ٽيڪنڪ جي حوالي سان ڪافي نوان تجربا ٿيا. انهن نون تجربن مان اوهان ڪيتري قدر مطمئن آهيو؟**

**جمال ابڙو:** الائي ڪهڙا نوان تجربا ٿيا آهن.

**ادريس جتوئي: شعور جي وهڪري ۾ ڪهاڻيون لکيون ويون آهن، مونولاگ ڪهاڻيون ۽ داخليت جا موضوع ڪهاڻيءَ ۾ اچڻ لڳا؟**

**جمال ابڙو:** اهي سڀ تجربا اسان جي دور ۾ ٿيا. پر اسان انهن تجربن کي پنهنجو نه ڪيو. اها ڪا نئين ڳالهه ڪانه هئي. فرينچ لٽريچر ۾ اها 50 سال اڳ جي پراڻي ڳالهه آهي. اسان به پڙهي پر اسان اُن کي پنهنجو نه ڪيو. ڇاڪاڻ ته اسان جي سماج ۽ اسان جي معاشري، اسان جي اخلاق، اسان جي ڪردار، اسان جي سوچ کان مختلف هئي، ۽ نه ئي اُها اسان جي ڪم جي هئي، ان ڪري اسان انهيءَ کي نه ڪنيو. ائين ته اسان صفا اڻ پڙهيا ڪورا چِٽ ته نه هئاسون. فرانس جا سڀ ليکڪ پڙهيا هئاسون. اهي لکڻ جا طريقا به ڏٺاسين پر اسان کي پسند نه آيا. "شعور جو وهڪرو" وغيره اهي بيڪار ڳالهيون آهن. هڪڙو رائيٽر لکي ٿو ته موضوع جي تلاش ۾ بس گهمندو گهمندو ويس پوءِ وڃي هوٽل ۾ ويٺس، چانهه جي گرم پيالي تي، وري سگريٽ جو سوٽو، ابا انهيءَ جي ضرورت ڪهڙي آهي. **ڇپي ڇپي تي، گراٽ گراٽ تي مسئلا پيا آهن. اُهي توهان کي نظرئي ڪونه ٿا اچن. توهان کي رڳو پنهنجي داخليت ٿي نظر اچي.** توهان کي رڳو سگريٽ جو ڪش ۽ چانهه جو ڪوپ ڪپي ۽ بس_ اها ڳالهه ڪانهي. مسئلا ماڻهن جا سوين، هزارين، لکين پيا آهن. ڪروڙين پيا آهن. منهنجو پاڻ ڪمال چوندو هو. اهو پئسي وارو ماڻهو هوندو هو. چوندو هو ته مون کي پنهنجو ڪو انقلابي ليکڪ ڏيو ته مان پنجن ڏينهن ۾ ڦيرائي نه ڏيانوَ ته منهنجو نالو ڪمال نه آهي. روز وسڪي پياريندو سانس، روز مرغي کارائيندو سانس، ڏسو ته ڳالهيون وساري ٿو ويهي، نٿوويهي. هنن ليکڪن جا مسئلا ئي داخلي آهن نه ڪي خارجي آهن. اهڙا ليکڪ رڳو پنهنجي اندر ۾ گم آهن.

**ادريس جتوئي: جمال صاحب، سنڌي سماج ۾ ڪا اهڙي اٿل پٿل ۽ پيچ ڌاهه ته نه ٿي، جنهن معروضي صورتحال جي ڪري ليکڪ ان رُجحان ۽ لاڙي ڏانهن متوجه ٿيا؟ خاص طور تي 70 ڪانپوءِ واري دور ۾؟**

**جمال ابڙو:** ها، سنڌي سماج ۾ ائين ٿيو. تعليم عام ٿي ته ان ۾ وڏن ماڻهن جا پٽ به آيا، غريبن جا پٽ به آيا. غريب جي پٽ کي نه ڪپڙو چڱو، نه سواري چڱي، نه ڪا لفٽ پوري ملي. ڪاليج ۾ ڇوڪريون به اچڻ لڳيون. مسلمان رڳو به ڇوڪريون هيون. هڪڙي فهميده شيخ، اسلم شيخ جي ڌيءَ هئي. اسلم شيخ، جيڪو نور محمد هاءِ اسڪول جو سيڪريٽري هو ۽ ٻي پنهور ڇوڪري هئي، جيڪا خانبهادر کهڙي جي سالي هئي، لاڙڪاڻي جي سچي هاءِ اسڪول ۾ جتي پنج، ڇهه سئو شاگرد هئا، ان ۾ هڪڙي ڇوڪري هئي. ڊاڪٽر اشرف عباسي اسان کان وڏي هئي.

هاٽي تہ ڇوڪرين جو اچڻ شروع ڪيو. انهن ڏنو تہ ڇوڪريون تہ لفٽ ڏين ٿيون. ڪار واري ڪي. ڇگن ڪپڙن واري ڪي ۽ جيڪڏهن ڪنهن سٺي هوٽل ۾ ماني ٿا کائين تہ هنن کي پنهنجا ڏک ياد اچن ٿا. داخلي معاملا انهن سان گڏ محروميون. يعني اُهي سوچين ٿا تہ اسان وٽ ڪار آهي، نہ پئسو. نہ ڪو سهڻي ڇوڪري ساڻ آهي. نہ ڪي اسان جا ڪپڙا سٺا آهن. تنهن ڪري انهن مسئلن تي لکڻ ڪپي. اڙي بابا ماءُ تنهنجي نٽ وڪٽي، پاءُ ڊگن جو جوڙو وڪٽي، توکي اسڪول جي فيءَ پڄائي. انهن جو تہ خيال ڪريو. تہ تنهنجو پيءُ ڪهڙي پيڙا مان پيو گذري، ماءُ ڪهڙي پيڙا منجهان پئي گذري. تون جنهن پيڙا منجهان پيو گذرين. انهي کي هڻ ڪڏ ۾. پنهنجي پيڙا، ڪهڙي پيڙا آهي. پنهنجي پيڙا تي ماٺهوسوچيندو تہ آهستي آهستي خود مطلب ٿي ويندو ۽ Selfpity ۾ ويندو. پاڻ تي رحم ڪرڻ شروع ڪندو تہ خود مطلب ٿيندو تہ معاشري لاءِ نقصانڪار ٿيندو. منهنجو نظريو اهو آهي. مان تہ صاف چيو تہ سيني کي بابا Selfpity ۾ ويندو پوءِ Sine of Self Rightious ۾ ويندو. چوندؤ. اسين صحيح آهيون. ٻي سڄي دنيا غلط آهي. اهو بہ غلط آهي. هر وقت پاڻ کي ماٺهو غلط سمجهي ۽ سڪڻ جي ڪوشش ڪري پوءِ Self Rightiouness جو گناهہ ڪندا Selfpity ۾ بہ ويندا. ۽ پنهنجي پيڙا ڏسندا ۽ ٻئي جي پيڙا نہ ڏسندا ۽ اسان جي نوجوانن بہ ائين ڪيو. رڳو پنهنجي پيڙا ڏنائون ۽ ٻئي جي پيڙا نہ ڏنائون. جيڪي بہ ڪهاڻيون آهن رڳو پنهنجي پيڙا متعلق آهن. سهڻي ڇوڪري اسان جي ڪڇ ۾ ڪونهي. ڪار اسان وٽ ناهي، ڪپڙا سان وٽ ڪونهن.

**ادريس جتوئي: جن ليکڪن جو اوهان ذڪر ڪيو، ايمائيل زولا يا ڪاميو کي جڏهن نوجوانن پڙهڻ شروع ڪيو تہ نوجوان ليکڪن انهن جو اثر قبول ڪيو؟**

**جمال ابڙو:** اسان تي اثر ڇو نہ پيو؟ ڇاڪاڻ تہ اسان انهن کي پنهنجي معاشري، سوسائٽي ۽ سماج جي مزاج مطابق نہ ڏٺو. نہ ڪو انهن معرفت اسين ڪجهہ Convey ڪري ٿي سگهياسين. ڇاڪاڻ تہ انهن رڳو پنهنجي ذهني عياشي تي ڪئي. اها ذهني عياشي هئي تہ مان ٽنيي سان ٽيڪ ڏيو بيٺو هوس ۽ پوءِ مون گلن تي پوءِ سوچيم. ڇوڪري تي پئي سوچيم. شراب تي پئي سوچيم. گرم باهہ. تي هتي تڏ آ گهٽي. انهن وٽ اها ڳالهہ هئي. اها ڳالهہ اسان کي ڪا نہ وڻي.

**ادريس جتوئي: اوهان جي ڪهاڻي جا جيڪي موضوع آهن، اهي بلڪل خارجي ۽ سماجي گهٽو آهن؟**

**جمال ابڙو:** سماجي خارجي ۽ ڳوناٽي زندگي متعلق آهن.

**ادريس جتوئي: هڪ به ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ شهري ۽ صنعتي زندگي جو عڪس پڻ آهي؟**
**جمال ابڙو:** ائين هوندو.
**ادريس جتوئي: داخلي موضوعن تي لکندڙ نقادن جي هڪ راءِ اها آهي ته ترقي پسند ڪهاڻيڪارن ترقي پسند تحريڪ جي نتيجي ۾ Demand تي ڪهاڻيون لکڻ شروع ڪيون؟**
**جمال ابڙو:** اها ڪا ڳالهه به ڪانهي. حالانڪ ائين صحيح به ڪونهي. مون عرض ڪيو ته اصل ۾ آهي سچائي ۽ اخلاص، ماڻهوءَ سان محبت ۽ پيار. پيار ته بنيادي ڳالهه آهي. جڏهن توهان کي پيار اچي ٿو توهان کي هر شيءِ ۾ خدا نظر ايندو. هر ڳالهه هر شيءِ هر ماڻهو سان، غريب، مسڪين سان، هر شيءِ سان توهان جي محبت ٿي وڃي ٿي. ڇاڪاڻ ته پيار ورهائجي وڃي ٿو. ائين نه ته ڪنهن هڪ شخص تي اها مرڪوز هجي. اول ته آهي پيار ماڻهوءَ سان، پيار جڏهن اچي ٿو پوءِ انهن جا مشڪلاتون، تڪليفون اوهين سهي نٿا سگهو. تنهن ڪري اهي اوهان کي دانهون ڪرڻيون پون ٿيون. پنهنجيون تڪليفون ڏسندؤ ته اوهان کي ڪجهه به نظر نه ايندو.
**ادريس جتوئي: ترقي پسند تحريڪ جي ڊمانڊ تي لکڻ جو مسئلو؟**
**جمال ابڙو:** ترقي پسنديءَ جو ته سوال ئي ڪونه هو. عملي زندگيءَ ۾ جيڪي ڳالهيون اسان کي نظر آيون. وک وک تي، ڳوٺ ڳوٺ ۾ ماڻهن جا مسئلا، اهي اسان ڪنيا. باقي ترقي پسندي ڏوهه ڪونهي. اهو به ڏوهه ڪونهي جو ڪيوسين ته **الحمد الله،** ڪوبه ڏوهه ڪونهي اها ته پاڻ چڱي ڳالهه آ. ڇاڪاڻ ته جيسين ماڻهو ڪنهن به تحريڪ سان وابسته نه آهي ۽ اُن ۾ سندس Contribution نه آهي تيستائين هو صحيح سوچ رکي نه سگهندو نه ڪي اُن جي Development تي سگهندي، منهنجو رايو اهو آ.
**ادريس جتوئي: ترقي پسند ڪهاڻي جي نقادن جي راءِ آهي ته ڪهاڻيون ائين لکڻ سان روايتي ۽ مڪينيڪل ٿي وڃن ٿيون. اهي تخليقي نٿيون رهن؟**
**جمال ابڙو:** منهنجي سيني ڪهاڻين ۾ تخليقي سگهه آهي. اهي مڪينيڪل نه آهن. "سينڌ" "پيراڻي" "خميسي جو ڪوٽ" "مهرباني" ڪهاڻي. جيڪا فقيرياڻي جي ڪهاڻي آهي. ان ۾ ترقي پسندي جو ڪهڙو سوال آ. هڪ غريب فقيرياڻي ڇوڪري آهي. پنندي ٿي وتي. ان کي ماڻهو استعمال ٿا ڪن.
**ادريس جتوئي: ترقي پسند تحريڪ توهان جي دؤر ۾ عروج تي هئي، ان جا سنڌي ادب تي ڪهڙا اثرات مرتب ٿيا آهن؟**
**جمال ابڙو:** ترقي پسند تحريڪ جا سنڌي اديب تي اثر آهن. ڇاڪاڻ ته اهي زندگي سان وابستگي رکن ٿا، نه ته اسان رڳو گل ۽ بلبل وارا شعر پڙهيا. اسان جي دور ۾ گل ۽ بُلبل ڪاڪل ۽ زلف جون ڳالهيون ٿيون. بي ڪا ڳالهه ڪا نه

تي. ويندي ابراهيم خليل هو. جيڪي بہ هئا. سڀ اهي ڳالهيون ڪندا هئا. جيڪا اسان جي معاشري کان بلڪل الڳ ڳالھ هئي اسان جي سماج کان الڳ ڳالھ هئي. انهي کان اسان هتي جدا ٿياسون تہ هنن کي ڪاوڙ لڳي. انهيءَ ڪري اسين تنقيد جو نشانو بڻياسون. ٻي تہ ڪا ڳالھ ڪانهي. نہ تہ سردار علي شاھ منهنجو دوست. مون سان گڏ نمازون پڙهيائين مون سان مسجد ۾ گڏ ٻانگون ڏنائين اهو مون کي "ڪافر" لکي. مان تہ هڪڙي طبقي جي نمائندگي ڪئي، غريب طبقي جي.

**ادريس جتوئي: توهان جڏهن ڪهاڻيون لکيون ان وقت سنڌي ادبي سنگت جي ڪا حيثيت هئي؟**

**جمال ابڙو:** سنڌي ادبي سنگت کي بعد ۾ قائم ڪيو ويو. اسان تہ اڳ ۾ لکڻ شروع ڪيو. سنڌي ادبي سنگت بہ وجود ۾ آئي، اها پاڻهي وجود ۾ آئي، ڪنهن ڪوشش ڪري نہ آندي. محمد ابراهيم جويي جو "دماغ" ۽ ڪردار هوندو هو. هيءَ ڳالھ هيئن نہ هئڻ کپي. ابراهيم جويو صاحب، تمام وڏو ماڻهو آ. ان جو اهو نظريو هوندو هو. محمد ابراهيم جويو، ابن حيات پنهور، اهي بہ ماڻهو خاص هئا. جن ٻين سيني کي گڏ ڪيو. اهي ترقي پسند ادب جا حامي هئا. باقي ڪيرت ٻاٻاڻي، گوبند مالهي ۽ شيخ اياز اهي ورهاڱي کان اڳ ۾ پاڻ ۾ گڏ ٿيندا هئا. اسان جي ايل ڊبليو او هاسٽل ۾ جنهن تي پوءِ جناح ڪورٽس نالو پيو. گڏ ٿيندا هئاسين. اتي هال هوندو. جنهن ۾ پنج، ڇهہ ڄڻا هوندا هئاسين، اُن ۾ مون کي هڪ بہ دفعو سڏيو ويو هو. مسلمانن ۾ شيخ اياز ۽ ٻيو مان. ٽيون عبدالستار شيخ ميرپورخاص جو ايڊووڪيٽ جنرل هو ۽ چوٿون سائينداد سولنگي جيڪو انجنيئر هو. اهي ڪڏهن ڪڏهن چار ڄڻا ويهندا هئاسين. Talent تہ هو. سائينداد سولنگي هڪڙي اهڙي عجيب ڪهاڻي لکي، جو سڀ واھ واھ ڪري اٿيا. **"انڌي ۽ جنڊ"** انهي جو نالو هو. هڪڙي انجنيئر ماڻهو اهڙي ڪهاڻي لکي، عجب جي ڳالھ چئبي، سڀ هندو ڇوڪرا ڪيرت ٻاٻاڻي، پوهو وارا واهوا ڪري اٿيا. شايد ڪٿي ڇپي هوندي. اوهان پڙهي آ الائي نہ. ڏاڍي سٺي ڪهاڻي هئي.

**ادريس جتوئي: توهان عملي زندگي ۾ جج جي ڪرسي تي هئا ۽ پوءِ اوهان پورهيت طبقي جهڙا ڪردار گهرائي سان ڪيئن ڏٺا؟**

**جمال ابڙو:** مان جج جي ڪرسي کان وڌيڪ عوام سان هوس. ڳوٺاڻو هوس. مان جڏهن وڪيل ٿيس تہ "هاري پارٽي" ۾ هوس. ان ڪري ڳوٺ ڳوٺ ويندا هئاسين. حيدر بخش جتوئي سان گڏ جلسا، جلوس، ماڻهن سان اٿڻ ويهڻ ٿيو. اسان ڳوٺ ۾ زندگي ائين گذاري ۽ شهر لاڙڪاڻي ۾ مزدورن سان واسطو هوندو هو. مزدورن کي منظم ڪندو هوس. ان کان سواءِ خاڪسار هوندو هوس

جتي بہ ويندا هئاسون، ماڻهن جي خدمت ڪندا هئاسين، لاوارث لاش پنجن پنجن ڏينهن جا سڙيل ڪڻندا هئاسون ۽ پورنيدا هئاسون، انهن کي غسل ڏياريندا هئاسون. جيڪي وڇايل ماڻهو هوندا هئا، انهن کي ڳوليندا هئاسون. بنگال ۾ ڏڪار آيو، تہ انٽر سائنس ۾ پڙهڻ ڇڏي اوڏانهن مدد لاءِ وياسون. منهنجي عملي زندگي عوام سان وابستہ رهي آهي. جج تہ مان اتفاق سان ٿيس. پنهنجي مرضيءَ سان ڪونہ ٿيس. مان ٿيو هوس انجنيئر. انجنيئرنگ ڪاليج ۾ مون کي داخلا ملي، اسڪالرشپ سان پوءِ 1946_45ع جو شايد زمانو هو. نيوي وارا فساد ٿيا هئا ۽ ڪراچي تي گولا اُڇليا هئائون. ان ڏينهن کان وٺي مون سوچيو مان انجنيئري نہ پڙهندس ۽ انگريز جي نوڪري نہ ڪندس. پوءِ مون شاهاڻي لاڪاليج ۾ داخلا ورتي. اهو مون هڪڙي ڏينهن ۾ فيصلو ڪيو.

**ادريس جتوئي: ڪهاڻيڪار جمال ابڙي ۽ جج جمال ابڙي جو توازن ڪيئن برقرار رهيو؟**

**جمال ابڙو:** ها مداخلتون تہ ٿين ٿيون پوءِ انهن کي مڙس ٿي منهن ڏنوسون. پهاڙ جيان، ڪير اسان کي ڇئي، سڀ ٿي ڇرڪندا هئا ۽ انسپيڪٽر ۽ ڊي ايس پي ٺوڪ طور چوندا هئا. ڪورٽ حاضري لاءِ صبح جو سوير ننڍ مان اُٿي وردي استري ڪندا هئا تہ جڏهن ڪين ڪير پڇندو هو تہ سائين اڄ ڪاڏي ويٺو آ؟ تہ چوند اهئا تہ هاءِ ڪورٽ ۾ حاضري آهي. منهنجي بس جج جي معمولي ڪورٽ هئي، پر چوندا هئا تہ هاءِ ڪورٽ ۾ حاضري آهي. تمام پختو هوندو هوس قائدي، قانون تي، ڪير بہ هجي ڪنهن جي ڪونہ ٻڌندو هوس.

**ادريس جتوئي: قانون جنهن کي توهان "لولو" لکيو آ، بيوتوهان جي زندگي جو نظريو آهي ڪٿي نہ ڪٿي ٽڪراءَ ۾ تہ ايندا هوندا؟ قانون جون هڪڙيون تقاضائون هونديون، اوهان جي نظرياتي ۽ آدرشي سوچ جون تہ بيون تقاضائون هونديون؟**

**جمال ابڙو:** قانون تہ پنهنجي جاءِ تي لاجواب ۽ صحيح آهي پر قانون کي هلائڻ وارا لولا لنگڙا آهن بدمعاش آهن لُچا آهن. اُهي پنهنجي مقصد لاءِ ٽيڙو ڪن ٿا. مروڙين ٿا. قانون تہ پنهنجي جاءِ تي لاجواب آهي.

**ادريس جتوئي: ابوالڪلام چيو تہ قانون ڪوريئڙي جو جار آهي ڏاڍو ان کي ٽوڙي هليو ٿو وڃي ۽ ڪمزور ان ۾ ڦاسيو پوي.**

**جمال ابڙو:** قانون تمام پلو آ، توهان ڪنهن جي گهر ۾ نٿا گهڙي سگهو. حملو نٿا ڪري سگهو. ڪنهن کي وارنٽ بنا گرفتار نٿا ڪري سگهو. توهان ڪنهن تي سختي ۽ ڏاڍ نٿا ڪري سگهو. 24 ڪلاڪن جي اندر اُن کي ماجسٽريٽ وٽ پيش ڪرڻو آهي. اهي سڀ ڳالهيون آهن، ڊائريون جيڪي لکو ٿا، سي هڪدم مئجسٽريٽ کي پيش ڪرڻيون آهن. پوليس وارا نٿا ڪن، ماجسٽريٽ ان تي زور نٿا ڏين. اسان ڪندا هئاسون. وڙهي پوندا هئاسون.

ڊائريون ڏسندا هئاسون. رماڻ ونندا هئاسون. پڇندا هئاسون ڇو گرفتار ڪيو اٿو. ڪنهنجي چوڻ تي گرفتار ڪيو اٿو. ڏوهه جي ثابتي ڪهڙي آهي. جي ناهي تہ اسان اتي ڇڏيندا هئاسون ۽ رماڻ نہ ڏيندا هئاسون. ڪنهن بہ مئجسٽريٽ ۾ همٿ ڪانهي. نواب ڪالاباغ ڪان پوءِ نمونو مٽجي ويو آهي. مئجسٽريٽ ڇا ڪنهن ۾ همٿ ڪانهي. ايس پي پوليس وارا زور وٺي ويا. اسين تہ ڪاغذ اڇلي ڏيندا هئاسون ۽ چوندا هئاسون تہ ڪيس ڪونهي.

**ادريس جتوئي: اوهان پنهنجي زندگي ڪان بلڪل مطمئن آهيو؟**

**جمال ابڙو:** بلڪل مطمئن آهيون.

**ادريس جتوئي: اوهان پنهنجن همعصر ڪهاڻيڪارن مان ڪنهن ڪان وڌيڪ متاثر آهيو؟**

**جمال ابڙو:** شيخ اياز ڪان تمام گهڻو متاثر آهيان. شيخ اياز جي ڪهاڻين ڪان رباني ۽ سڀئون ڪهاڻيون لکيون پر بہ تي ڪهاڻيون لکي ميدان ڇڏي ويو. هن جو انداز ڏاڍو پيارو هو. منهنجو انداز سخت گير هو. پر رباني جو مٺو لهجو هو. جيئن فيض احمد فيض جو پيارو لهجو. هر ڳالهہ پياري ڪندو هو. چٻبو هو تہ ننڊڪ تي وئي. رباني جو اهڙو لهجو هو. اياز ۾ ڪڙواهٽ هئي. مون ۾ بہ اها ڪڙواهٽ آهي. اهي بہ ماڻهو هئا.

**ادريس جتوئي: حفيظ شيخ ۽ اياز قادري وارا؟**

**جمال ابڙو:** حفيظ شيخ سان منهنجي دوستي هئي. پيارو ماڻهو هو پنهنجي جاءِ تي پر ڏاڍو منتشر هوندو هو. لکندو ڏاڍو سٺو هو. خاص طور تي خط ڏاڍا سٺا لکندو هو. اهي آزادانہ لکندو هو. اياز قادري جيڪو تمام شريف نفس ماڻهو هو ۽ مٺو ماڻهو هو. اهو ڏاڍو پنهنجي طريقي سان ٺاهي جوڙي لکندو هو. جيئن جميعت الشعراءِ وارا شعر سٽن تي ٺاهي جوڙي لکندا هئا.

**ادريس جتوئي: ڏيپلائي بہ ان دور جو ڪهاڻيڪار هو؟**

**جمال ابڙو:** ڏيپلائي مون ڪا وڏو هو. بابي سائين وٽ ايندو هو. بابو سائين وڏو عالم هو. اهو بہ پيرن، مريدن جي خلاف هو. ڏيپلائي بہ ان خيال جو هو. ڏيپلائي مرحوم بابا سائين ڪان متاثر هو. بابا وٽ گهڻو ايندو هو ۽ ڪچهريون ڪندو هو. قبر پرستي ۽ پيري جي خلاف اتان انسٽرڪشن وٺي لکندو هو. منهنجو خيال اهو آهي تہ پاڻ ڪو وڏو عالم ڪونہ هو. هن وٽ اهو جذبو هو. ڪهاڻيون سڀ پڙهيون ڇاڪاڻ تہ بابا سائين وٽ هر ڪتاب ايندو هو پڙهندا هئاسين.

**ادريس جتوئي: ورهاڱي ڪان پوءِ سنڌي ڪهاڻي جي ڪهڙي دور کي روشن، عروج وارو يا عظيم دور چئي سگهجي ٿو ۽ ان دور جا ڪهڙا اهم ڪهاڻيڪار آهن؟**

**جمال ابڙو:** سنڌي ادبي سنگت واري دور ۾ امر جليل ۽ نسيم کرل تمام سٺا ليکڪ هئا انهن تمام سٺيون ڪهاڻيون لکيون.

**ادريس جتوئي: علي بابا ۽ آغا سليم پوءِ اچن ٿا؟**

**جمال ابڙو:** آغا سليم وٽ لفظن جي گھڙاوت ڏاڍي سٺي آهي.

**ادريس جتوئي: ون يونٽ ٽٽڻ کان پوءِ مانڪ، مشتاق شوري، شوڪت شوري، ويندي نورالهديٰ شاهہ تائين جيڪا ڪهاڻي لکي وئي يا اڄ جيڪي ڪجهہ نوجوان لکن پيا، ان کي اوهان ڪيئن ٿا ڏسو؟**

**جمال ابڙو:** الحمد الله سائين ڏيئو ٻاريو پيا اچن. شمع جلائيندا پيا اچن. شابس هجي، تمام سٺو پيا لکن. شوڪت شورو آهي يا نورالهديٰ شاهہ آهي يا امر جليل جي نہ لکن ها تہ جمود ٿي وڃي ها.

**ادريس جتوئي: ڪهاڻي جي حوالي سان اوهان جي جيڪا ٻاريل شمع آهي، يا جيڪي ڪهاڻيون اوهان ڏنڻ گهريون ٿي، ان جي Continuity يا تسلسل آهي؟ اوهان جا اڄوڪي ڪهاڻي تي ڪيترا اثر آهن؟**

**جمال ابڙو:** سائين جيڪڏهن ان ڳالهہ کي ڊاڙ نہ چئجي تہ مان اهو چوڻ کان ڪونہ گهبرائيندس تہ اڄ جو هر شاعر جيڪو آ. **شيخ اياز کان متاثر آهي ۽ اڄ جو هر ڪهاڻيڪار جيڪو آهي، سو جمال ابڙي کان متاثر آهي.** ائين چوڻ ۾ مون کي ڪو تذبذب ڪونہ ٿئي.

**ادريس جتوئي: هاڻي اوهان جون لکيون ادبي رسالن ۾ يا منظر عام تي گهٽ اچن پيون. ڇا اوهان خاموشي اختيار ڪئي آهي؟**

**جمال ابڙو:** منهنجي صحت خراب رهي آهي. مون کي بہ ٽي پيرا هارٽ اٽيڪ ٿيا آهن ۽ ڊاڪٽرن مون تي ايڏيون بندشون وجهي ڇڏيون آهن. اُٿڻ نہ، ڳالهائڻ نہ، وهڻ نہ، ماني وقت سان، ماڻهن سان ملڻ نہ، ڳالهائڻ ٻولهائڻ تي بندش، انهن ڳالهين مون کي اپاهج ڪري وڌو آ ۽ گهرواريءَ مرحوم جيڪا زندهہ هئي (هاڻي تہ گذاري وئي آ بہ ٽي سال ٿيا اٿس. اها تہ مون کي اٿڻ ويهڻ نہ ڏيندي هئي. جي اٿندس تڪڙ ڪري تہ ڊاڪٽر جي چوڻ ڪري آهستي اٿڻ لاءِچوندي هئي ۽ اٿي ويهي رهہ. ويهي گهڙي سواءِ پوءِ اٿ. چپل بہ سڌو ڪري ڏيندي هئي. باٿ روم ڏي ويندس تہ اندر دروازو بند ڪرڻ نہ ڏيندي. پاڻ ٻاهر ڪرسي وجهي ويهي رهندي تہ متان اندر ڪا تڪليف ٿيس. ايڏو تہ مون کي Attention مليو. ايڏو مون کي اپاهج ڪيو ويو. هاڻي تہ ڊاڪٽرن چيو تہ توکي لکڻ جي بہ اجازت ڪانهي. پڙهڻ جي اجازت آهي، لکڻ جي اجازت ڪانهي. ڊاڪٽر اظهر فاروق چيو تہ توکي لکڻ جي اجازت ڪانهي. اڌمان تہ اُٿن ٿا، اچا تائين، پر ڪونہ ٿا لکون.

**ادريس جتوئي: ڊاڪٽر جو فيصلو صحت جي حوالي سان بهتر آهي، اوهان فنڪار جي حيثيت سان ڪيئن محسوس ڪيو؟**

**جمال ابڙو:** اڌمان اٿن ٿا، ڪاوڙ بہ اچي ٿي، خاص ڪري اخبارن ۾ جيڪي ڪجهہ اچي ٿو،

مون کي تہ ڏاڍي ڪاوڙ تي اچي. ڪوڙيون ڳالهيون ۽ غلط ڳالهہ توڙي مروڙي ڪن ٿا تہ لکڻ تي دل ٿي چئي. انهن کي جواب ڏيڻ تي دل ٿي چوي. جيڪي ڊان Dawn ۾ خط ٿا اچن يا ريمبلر ڊائري جيڪو سلطان احمد لکي ٿو. اهو مون سان هتي مليو پڇيائين تہ هيءَ رواج نڪري پيو آهي تہ خانداني سياست هلي، مون چيو مانس: سلطان صاحب، سمجهي ڳالهہ ڪريو. مان ڪاوڙيل ماڻهو. مون چيو ڪيئن خانداني سياست هلي رهي آهي. بينظير ڏانهن اوهان جو اشارو آهي. 23 ورهين جي ڇوڪري، غير شادي شده، هن دنيا جي بدترين ڊڪٽيٽر ضياءُ الحق سان مقابلو ڪيو. اڪيلي سر. هن جي پيءَ کي ڦاسي ڏني وئي، هن جي ماءُ ملڪ بدر هئي، هن جا ڀائر ملڪ بدر هئا هوءَ اڪيلي هتي هئي ۽ فوج خلاف اٿي کڙي ٿي. فوج هن جي بيڊروم ۾ گهڙي ويندي هئي ۽ اُتان ان کي گرفتار ڪيو ويندو هو. ليڪن هوءَ ڪڏهن بہ بي همت نہ ٿي. جيڪڏهن خانداني هجي ها تہ ممتاز ڀٽي کي وڌيڪ حق هو. Mature بہ هو ڄاڻو هو. عقلمند بہ وڌيڪ هو. تجربو هوس، پر اهو ڪونہ هو ميدان تي ڇو ڪونہ هو. هيءَ هڪڙي ڇوڪري هئي. جنهن منهن ڏنو. هر موڙ تي مارشل لا جي مخالفت ڪيائين. هر موڙ تي ضياءَ الحق جي مخالفت ڪيائين ۽ جڏهن بندش هئي. تڏهن بہ هن جلسا ڪيا سندس جيپ تي گوليون هلايون ويون، جڏهن هوءَ لياري وئي پئي تڏهن بہ نہ مڙي ۽ گولين ۾ هلندي وئي. توهان ڪيئن ٿا چئو تہ هي خانداني سياست آهي. خانداني سياست ناهي هڪڙي ماڻهو جو پنهنجو ڪردار آهي. بينظير لاءِ مان بريفنگ ڪونہ ٿو ڏيان نہ ڪو مان هن جي پارٽي جو آهيان پر ڳالهہ تہ سچي ڪبي. غلط ڳالهہ ڇو ڪجي. پيو ڪهڙو سياستدان هو سچي پاڪستان ۾ جنهن مارشل لا جي مخالفت ڪئي. پاڻ سيني خوشامد ڪئي. هن ڊڪٽيٽر جي. وڏو بدمعاش ڊڪٽيٽر ٿي گذريو دنيا ۾ وڏو تمام گهٽيا درجو جو ماڻهو هو ۽ انهي تي مون پنهنجو افسانو "فرشتو" لکيو. اسلام آباد ۾ ضياءَ آيو اڪيڊمي آف ليٽرس جي جلسي ۾. انهي ۾ اچي تقرير ڪيائين تہ "اوهان لٽرري ماڻهو عجيب ڳالهيون ڪندا آهيو. گهٽن آهي، هي آهي، هوءَ آهي، زبان تي پابندي ڪٿي آهي. هاڻ تہ کلي هوا آهي. ڏاڍي سٺي هوا آهي. اسلام آباد گهمو ڦرو ڏسو. هي جيڪي ڪتاب پڙهو ٿا اهي بيڪار آهن. ان لائبريري کي باهہ لڳايو. ڪهڙا ڪتاب پڙهو ٿا. سڀ ڪجهہ تہ ٺيڪ آهي. چا ٿيو آهي، ڪجهہ بہ نہ آهي. اها جو ڳالهہ ڪيائين تہ مون کي ڪاوڙ لڳي. ڪاوڙ ۾ مون جيڪا ڏهن، ويهن سالن کان ڪهاڻي نہ لکي هئي سا شام جو ڪهاڻي "فرشتو" لکجي وئي. صبح جو امر جليل مون وٽ آيو. چيومانس تہ هيءُ مون ڪهاڻي لکي آهي، چيائين تہ پوءِ واهہ وا. ڪئي پڙهيائين چيائين تہ ادا، ڪوبہ ڪونہ ڇپيندئي. مون چيو تہ اڙدو ترجمو ڪرائي هلاءِ تہ هلي ويندي. چيائين تہ

اردو وارا بہ ڪونہ چيپيندا. مون چيو تہ هلي ويندي. گورڪي جي مدر اردو ۾ هلي پئي. انگريزي ۾ هلي پئي، سنڌي ۾ اُن تي بندش آهي. يعني دشمني سنڌي ٻولي سان آهي. تنهن ڪري ان کي اردو ۾ هلائي ڇڏ. ڇپائين ادا ڪوبہ ڪو نہ ڇپيندو. ڇاڪاڻ تہ سنئون سڌو ڏڪٽيٽر جي خلاف آهي. شابس هجي شاهين يوسف کي تنهن چيو تہ ادا مان ڇپيندس. پر ٽائيٽل مٽائينس. ٽائيٽل مون "فرشتو" ڪري لکيومانس ڪهاڻي هلائي ڇڏيائين.

**ادريس جتوئي: ان ڪهاڻي کان پوءِ "ماءُ جي جهولي" ڪهاڻي اوهان لکي؟ سنڌي مهاجر فسادن جي پس منظر ۾؟**

**جمال ابڙو:** مون سنڌي مهاجر جي جهيڙي تي واقعي ماءُ جي جهولي لکي. مان مهاجرن کي تہ ٻيڙو نہ ٿي چئي سگهيس. سنڌي هوس، تنهن ڪري سنڌين کي ئي ٻيڙو چوٽو پيو. ماڻهن کي مارڻ ڪا بهادري آهي؟ اها ڪا انسانيت آهي ڇا. هڪڙي رائيٽر جي حيثيت مان مان ان کي Condemn ڪيان ٿو، سختي سان بلڪل. ڪنهن انسان جي جان وڃڻ. ڪنهن ٻار جي يا ڪنهن عورت جي، ڪنهن ماڻهو جي، ڪهڙي بهادري آهي. اسان سنڌين جي ڪم از ڪم اها روايت ڪانهي. هندستاني روايت آهي مان هنن کي مهاجر نہ پر هندي ماڻهو چوندو آهيان اهي ماڻهو مارڻ جون روايتون انهن اسان وٽ Import ڪري آنديون. اسان وٽ ٽائر ساڙڻ ۽ جاين کي باھ ڏيڻ ڪٿي هو يا ڪارن کي باھ ڏيڻ يا شيشا ٽوڙڻ اها تہ اسان جي روايت ئي ڪانہ آهي، اها هنن آندي آهي.

**ادريس جتوئي: ماءَ جي جهولي انهي ئي پس منظر ۾ آهي؟**

**جمال ابڙو:** روايتن کي رد ڪيو ويو آ: اهو غلط آ جيڪو اوهان ڪيو ٿا. اها غنده گردي غلط آ. اسان چئي ڏنو همٿ سان. ماڻهو پيلا اسان تي ڪاوڙجن ۽ مون کي فونون آيون. زبردست دڙڪا بہ ڏنائون.

**ادريس جتوئي: توهان جي لکيل ڪهاڻي ۾ ماءُ جي جهولي آخري ڪهاڻي آهي؟**

**جمال ابڙو:** ها. اها آخري آهي.

**ادريس جتوئي: ڪهاڻي جا اسان وٽ ڪي سٺا نقاد پيدا ٿي سگهيا آهن. جن ڪهاڻي تي ڪا سٺي عملي تنقيد آندي هجي. جنهن سان نون لکندڙن جي بہ رهنمائي ٿي سگهي؟**

**جمال ابڙو:** سائين، سٺو نقاد، سٺو عالم ئي ٿي سگهي ٿو ۽ اسان وٽ سٺي ۾ سٺا وڏا عالم آهن. هڪ ابراهيم جويو ۽ ٻيو رسول بخش پليجو. اهي سٺا نقاد آهن، مان انهن کي سٺو نقاد مڃان ٿو. اوچي پايہ جا نقاد مڃان ٿو. عالم تہ هاڻي نبي بخش بلوچ بہ آهي. پر ان جو انهي پاسي لاڙو نہ آهي. تخليقي ادب کان وڌيڪ هن جو تحقيقي ادب ڏانهن لاڙو آهي. وڏو عالم آهي اسڪالر آهي، ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي ۽ هن جو Contribution لاجواب آهي. ان کان انڪار نٿو ڪري سگهجي.

**ادريس جتوئي: بهترين ۽ ڪامياب ڪهاڻيڪار لاءِ ڪهڙيون ڳالهيون ضروري آهن، جيڪي اسان جو نوجوان پوريون ڪري؟**

**جمال ابڙو:** مون عرض ڪيو تہ هن جي دل صاف هجي ڪينو، بغض، ڪدورت، نفرت، اهي نہ هجن، محبت هجي، چڱائي، اخلاص، اهي ڳالهيون ضروري آهن، اهي هونديون تہ هو چڱي طرح لکي سگهندو.

**ادريس جتوئي: اهي ڳالهيون فڪري حوالي سان ٿيون، فني حوالي سان جيڪي نوان تجربا ڪرڻ گهرن تہ اهي ٻڌايو؟**

**جمال ابڙو:** فن تي پاڻهئي اچي ٿو وچي ڳالهہ صحيح هجي. چوڻ جو انداز سولو هجي عام ماڻهن تائين پهچي سگهي.

**ادريس جتوئي: ڪهاڻيءَ جي ٻولي جي حوالي سان اوهان جي ٻولي خوبصورت آهي. اياز پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي تہ نثر پنڌ ڪندو ۽ نظم رقص ڪندو آهي، پر جمال ابڙي جي ڪهاڻين ۾ نثر رقص ڪري ٿو، توهان جي ڪهاڻين جي ٻوليءَ جي خوبصورتي جو ڪهڙو راز آهي ۽ اوهان جا جملا سادا سودا ۽ مختصر جملن ۾ ڳالهہ وڏي هوندي آهي، اهو سڀ ڪجهہ اوهان ڪيئن حاصل ڪيو؟**

**جمال ابڙو:** جذبو – اندر جو جذبو ۽ سچائي ۽ ٻيو ڪجهہ بہ نہ. جيئن امر جليل چيو تہ جمال جي ڳالهہ تہ مان حيران آهيان تہ جملا اڌورا ٿو لکي. چنهن ۾ فعل ئي ڪونهي. نہ فاعل نہ فعل ڪهاڙي جو شپڪو آنڊا ٻاهر. نہ ڪو فاعل آ نہ ڪو فعل آ. ڪنهن جا آنڊا ٻاهر – ڪنهن ڪهاڙيءَ هنئي، ڇا ٿيو. ڪجهہ بہ ڪونہ. جملو ئي آهي. بدمعاش ۾ ۽ هو بدمعاش هو، پوءِ فل اسٽاپ، ڪهاڙي جو شپڪو، آنڊا ٻاهر. فل اسٽاپ. امر جليل چيو تہ اها ٻولي مون ڏني آ. ٻيو هو جذبو تيزي تندي منهنجي جذبي ۾ تمام گهڻي هئي. انهيءَ تي مون کي پروفيسر جهامنداس ڀاٽيہ مرحوم شڪارپور واري چيو. مان جج ٿي ويس. مون وٽ هڪڙي ڏينهن آيو. سنهڙو، سادڙو، پتلون ۽ قميص پئي هجيس. چيائون تہ جهامنداس آيو آهي. چيومانس سائين توهان جي تعريف؟ چيائين جهامنداس. چپ ڪٽي ڪيم. نيٺ ڪوتي ڪوتي ڳالهہ ڪڍيم تہ پروفيسر انگلش جو شڪارپور ڪاليج ۾ ۽ ڪار لائل پڙهائيندو هو. پوءِ اُن سان دوستي ٿي وئي ۽ منهنجون ڪچهريون گهڻيون ٿيون. انهي مون کي هڪڙي ڏينهن چيو تہ ياءِ هڪڙي ڳالهہ چوان ۽ مون چيو ها سائين چئو. چيائين تہ ٿورو غصي کي گهٽ ڪري ڇڏيو. ڪاوڙ کي گهٽ ڪريو. هيءُ هن جو نچوڙهو منهنجي افسانن تي تنقيدي. تہ ڪاوڙ گهٽائي ڇڏيو. مون هر ڳالهہ کي غصي ۾ ۽ ڪاوڙ ۾ ڏنو آ.

**ادريس جتوئي: ڪاوڙ اوهان جي نظرياتي هئي، يا اوهان جي طبيعت ۾ ايڏي ڪاوڙ هئي؟**
**جمال ابڙو:** اخلاقي طور تي مان ڏاڍو سخت رهيو آهيان.
**ادريس جتوئي: ۽ ڪردار اوهان جا سرڪش به آهن؟ معصوميت به اٿن؟**
**جمال ابڙو:** معصوميت بہ آهي تہ سرڪشي بہ. منهنجي خيال ۾ ضروري هئي. ڇاڪاڻ تہ انسان جيستائين جدوجهد نہ ڪندو، جهيڙو نہ ڪندو تيسين مقصد حاصل نہ ٿيندو. منهنجو نظريو اهو آ. پنهنجا حق پاڻ وٺبا. ٻيو ڪو نہ ڏيندو. ٻوڙڙي اهو پيغام مون کي پهچائڻو آهي. مون جيڪي ڇيو پئي تہ جيڪو سسڪيون ڏئي ميڪ ميڪ مري وڃي، اهو تہ مري ويندو اهو تہ انسان نہ چئبو. انسان اهو جيڪو انهن تڪليفن ۾ بہ اٿي مقابلو ڪري. اهو نظريو منهنجو آ. حضرت علي سائين جو چوڻ آ تہ ڇپيائونس سائين ڪميڻو ڪير، ڇيائين تہ ڪميڻو اهو جنهن تي توهان سختي ڪريو تہ نرم ٿي وڃي ۽ نرمي ڪريو تہ سخت ٿي وڃي. ڪيڏي سهڻي ڳالهہ ڪئي اٿس. ڇيائونس سائين پلا شريف ڪير. ڇيائين تہ شريف اهو جنهن تي نرمي ڪريو تہ وڌيڪ نرم ٿي وڃي جي سختي ڪيو تہ وڌيڪ سخت ٿي وڃي. ڪيڏي سهڻي ڳالهہ آ. شريف اهو جنهن تي سختي ڪيو تہ وڌيڪ سخت ٿي وڃي ۽ نرمي ڪيو تہ وڌيڪ نرم ٿي وڃي. سويت يونين ۾ جيڪا ايفروايشن رائٽرس ڪانفرنس ٿي اُن ۾ مون کي ڪيائون ڪلچرل ڪاميٽي جو سربراهہ. پوءِ تہ ڪلچر تي پئي بحث ٿيو. مون کان پڇيائون، مون ڇيو تہ اسان جو East جو مشرق جو هڪڙو اديب آهي. تنهن هيٺئن ڇيو آهي، مون ڪلچر ڪري ڇيو. ڪميڻو ۽ شريف ڪونہ ڇيو. مون ڇيو ڪلچرڊ ماڻهو اهو آ جنهن تي سختي ڪجي تہ وڌيڪ سخت ٿي وڃي ۽ سختي ڪيو تہ نرم ٿي وڃي. سيني واهہ واهہ ڪئي ۽ ڇيو ڪهڙو رائٽر آ. مون نالو نہ ٻڌايو مانس مون ڇيو نالو مون کان وسري ويو آ. آهي اسان جو مشرقي رائٽر. مون تہ علي عليہ اسلام جو قول ٻڌايو.
**ادريس جتوئي: اوهان جي ڪهاڻين ۾ هيروئن نہ آهي؟**
**جمال ابڙو:** نہ ڪو هيروئن آ، نہ ڪو هيروآ. سواءِ پشوءَ جي ٻيو ڪو هيرو نہ آهي. انهيءَ جي بہ شخصيت کي مون ختم ڪري ڇڏيو. مارائي ڇڏيو مانس. ڦاسي تي چڙهي ويو ۽ ٻيا ماڻهو اٿي ڪڙا ٿيا. تنهن ڪري ڳالهہ آهي گڏجي، اجتماعي جدوجهد ڪرڻ جي. تڏهن ئي ڪاميابي ٿيندي باقي هڪڙو پشو ڪا شيءِ ڪانهي.
**ادريس جتوئي: ڪهاڻيڪار، ڪهاڻي ۾ هيروئن لازمي قرار ڏيندا آهن اوهان جي ”پشو پاشا“ ڪهاڻيءَ ۾ زيبو جو Side تي ڪردار آهي؟**
**جمال ابڙو:** اهو هرويرو جو منهنجي ذهن ۾ اچي ويو. عورتون بہ شامل ٿي سگهن ٿيون. جو خود وڏيري جي گهر جو ماڻهو Declassify ڪري سگهي ٿو.

چاڪاڻ تہ ڪو هڪڙي ڪلاس جو ماڻهو، پاڻ کي Declassify ڪري سگهي ٿو. اهڙا ڪيترا واقعا اسان وٽ ٿيا آهن. حسن ناصر وڏي خاندان جو ماڻهو هو يا سجاد ظهير وڏي خاندان جو ماڻهو هو. انهن بہ پاڻ کي Declassify ڪري ڇڏيو. تہ وڏيري جي گهر مان بہ هڪڙي اهڙي ڇوڪري پيدا ٿي. جيڪا ڪن حالتن ۾ پاڻ کي Declassify ڪري غريبن سان شامل ٿي وئي. اها ڪا بري ڳالهہ ڪانهي. هنن وري سمجهيو تہ عشق جي چاشني جمال وڌي آهي. هاڻي صاف طرح سان پيا چئون تہ Declassify وغيره تہ پوءِ چون ٿا تہ هيءَ فني لحاظ کان ڪريل آهي. هي پروپيگنڊا آهي تنهن ڪري ائين ملي ويو ڪردار.

**ادريس جتوئي: اسان جي شاعري، ڪهاڻي توڙي مجموعي ادب ۾ نعريبازي بہ ڪافي رهي آهي ۽ نعريبازي ۽ پروپيگنڊه جو جيڪو رجحان آهي، اهو ڪيتريقدر فائديمند آهي؟**

**جمال ابڙو:** ڪي دؤرا اهڙا ٿين ٿا، جن ۾ پروپيگنڊه ڪرڻي پوي ٿي. ڪي اهڙا دور هوندا آهن جن ۾ خاموش رهو. تنهن ڪري ڪنهن دور ۾ نعريبازي بہ لازمي ٿيو پوي. ون يونٽ يا مارشل لا جو دؤر هو. تڏهن رڙيون ڪرڻ ضروري هيون. نعريبازي ضروري هئي، پروپيگنڊه ضروري هئي. پلي فن جو معيار ڪري پوي. پر پيغام تہ ضرور پهچائڻو آهي. اهو حالتن تي مدار آهي.

**ادريس جتوئي: بهترين فن سان، بهترين پروپيگنڊه ڪري سگهجي ٿي؟**

**جمال ابڙو:** ڪري سگهجي ٿي، فن ايترو مڪمل ۽ پختو هجي تہ پوءِ ڪري سگهجي ٿي. جيئن مون "فرشتو" ڪهاڻي ۾ ڪيو. فرشتي ۾ مون ڪو فوج جو، نہ ڪو ڊڪٽيٽر جو نالو ورتو پوءِ بہ مون پيغام تہ ڏئي ڇڏيو يا هنگامي بازي جي پس منظر ۾ لکيل ڪهاڻي "ماءُ جي جهوليءَ ۾" مون فن جي ذريعي پروپيگنڊه ڪري ڇڏي. هڪڙي اها عورت جيڪا ايڏي تمام Fine Qualities جي هئي. نفيس طبعيت جي هئي ۽ هميشہ پردي ۾ رهي هئي. سا غنڊن جي وچ ۾ مٽي اگهاڙي ۽ پيرن اگهاڙي نڪري پئي، سو بہ هڪڙي ٻچي کي بچائڻ لاءِ هڪ نفيس طبعيت صاف سٿري، جيڪا بدبودار ماڻهو کي ويجهو اچڻ نہ ڏيندي هئي. سا پينگياٽي جي ٻار کي ڪتي ڇاتيءَ سان لڳائي ڇڏي ۽ ان ڪان هو ڪانئس پڇن ٿا: ڇا تون هن جي ماءُ آهين؟ تہ چوي ٿي "ڇا مان ماءُ نٿي لڳان"؟ اهڙو سهڻو جملو آهي، تہ ماڻهو تہ ماءُ ئي آهي. جڏهن ڪانئس پڇيو تہ وچي تہ تو پينگياٽي جو ٻار ڪئين کنيو آ. چيائين تہ ماءُ جي جهولي تہ خالي ٿئي ها. پنهنجي سنڌي ماڻهن تي تنقيد ڪري وڃڻ سو بہ ان نموني سان تہ هڪ ماءُ جي جهولي تہ خالي ٿئي ها. ماءُ جي جهولي ڪيئن خالي ٿئي. پنجابي مهاجر يا پينگياٽي هجي.

**ادريس جتوئي: جي فن بہ سگھارو آهي ۽ فڪر بہ سگھارو آهي تہ اها ڳالهہ وڌيڪ دائمي ۽ پائيدار اثر ڇڏيندي آهي.؟**

**جمال ابڙو:** صحيح – بلڪل صحيح – جيئن شاهہ سائين جو ڪو ثاني پيدا نٿو ٿئي. ڇو؟ ڇاڪاڻ تہ لطيف ايڏيون تہ سهڻيون ڳالهيون ڪيون آهن. ايڏيون تہ تيز ۽ تُند ڳالهيون ڪيون اٿئي جو ڪو حساب ئي ڪونهي.

**ادريس جتوئي: نعريبازي واري شاعري ۽ ڪهاڻي جيڪا ماضي ۾ لکي وئي اها اڄ پڙهڻ سان اهو وڌيڪ اثر نٿي ڇڏي؟**

**جمال ابڙو:** ڇاڪاڻ تہ اها وقتي ٿئي ٿي نہ. دائمي نہ آهي. ڪنهن خاص ماحول ۽ خاص دور ۾ لکي ٿي وڃي، تنهن ڪري اتي Applicable بہ ٿئي ٿي ۽ اثر بہ ڇڏي ٿي ۽ فائديمند بہ آهي. ان ڪان پوءِ انهيءَ جو اثر نڪري ٿو وڃي. پر ڪي ڪي ڳالهيون تہ واقعي سهڻيون آهن جيئن اياز چيو تہ:

**جاڳ پٿائي گهوٽ، توکي سنڌڙي ٿي سڏڙا ڪري،**
**مرن پيون ماريون، قابو آهن، ڪوٽ**
**اڄ تہ تنهنجي اوٽ، ڏاڍن ڪي ڏاري وجهون.**

اهو شعر اڳئين دور جي پيدائش آهي پر امر آهي، مرڻو نہ آهي جنهن دور ۾ چئو تہ ڪامياب آ.

يا

**اجا رُج مان رڻ اڃي ٿي، اڃي ٿي،**
**متان ائين سمجهو تہ مٺا مور سارا.**

اها بہ وڏي ڳالهہ آهي.

**ادريس جتوئي: اياز جي ڪهڙي شاعري اها رهي آهي هائي واري اياز جي شاعري تي ڪجهہ بحث هلي پيو؟**

**جمال ابڙو:** پلي بحث هلائي دنگ ڪن. اياز وڏو، وڏو تمام وڏو ماڻهو آ. تمام وڏو شاعر آهي، تمام وڏو فلسفي آ، تمام وڏو اسڪالر آ. اسان کي هُن کي سمجهڻ لاءِ وقت کپي. اُبهرا ٿي هن تي تنقيد ڪرڻ وارا ڇوڪرا اجايو بحث ٿا ڪن.

**ادريس جتوئي: پليجي صاحب جي، اياز تي تنقيد آهي تہ ڪلهہ جو اياز جڏهن قومي، سماجي ۽ سياسي شاعري ڪندو هو، اهو وڌيڪ سگهارو آهي، پر اڄ جو اياز جيڪي ڪجهہ لکي ٿو جنهن ۾ مايوسي وغيره آهي؟ اها اوتري طاقتور نہ آهي؟**

**جمال ابڙو:** اياز جو جيڪو فلسفو آهي، اياز جي جيڪا سوچ آهي، اها تہ پنهنجو جاءِ تي آهي، پر جيڪڏهن ڪو سياستدان چاهي ٿو تہ جيئن مان ٿو سوچيان تيئن شاعر سوچي ائين تہ ڪونہ ٿيندو. اياز انهيءَ ڪان مٿاهون آ. رسول بخش پليجو پنهنجي جاءِ تي جينيس آهي پر اياز بہ پنهنجي جاءِ تي جينيس آ. بہ پهاڙ ٽڪرائيندا تہ اُن مان اسان کي ڇا ملندو.

**ادريس جتوئي: سنڌي اديبن ۾ گروهه بنديءَ جا ڪهڙا سبب آهن؟**

**جمال ابڙو:** هر دور ۾ رهي آهي. هميشه رهي آهي، هر ملڪ ۾ رهي آهي. انگلينڊ ۾ فرانس توڙي اسان جي ملڪ ۾ به رهي آ. او جمعيت الشعراءِ وارن ۾ به رهي آ. جيڪي پاڻ کي وڏو شريف سمجهندا هئا. انهن ۾ به رهي آ. جمع خان غريب ويچارو شاعر هوندو هو ماستر دادو جو. انهيءَ کي ڪڏهن اڳيان اچڻ نه ڏنائون. حالانڪ وڏو شاعر هو. منهنجي نظر ۾ ڏاڍو سٺو هو ۽ عام غريب ماڻهوءَ جي ڳالهه ڪندو هو. اهو هنن کي نه وڻندو هو. جمعيت الشعراءِ ۾ اها حالت رهي آهي.

**ادريس جتوئي: توهان تہ ڏانهن اياز کي بہ سفر ڪرايو، ان دوران اوهان کي اهڙا ڪردار ۽ منظر آيا، جيڪي توهان کان نہ وسري سگهندا هجن؟**

**جمال ابڙو:** ياد تہ نٿا پون. دوستن جون ڳالهيون. ڪيترا سال ٿيا تہ مون سان گڏ ڪامورا ۽ وڏا آفيسر بہ هجن. سو پياس لڳي تہ وياسون هڪڙي جهوپڙي ۾، چيوسين تہ اسان کي پاڻي پياريو. تہ چيائون پاڻي پيندؤ، لسي پيئندو. هڪڙو آفيسر هو اسان سان گڏ ڊپٽي ڪليڪٽر عزيز احمد بلوچ سانگهڙ جو. چيائين تہ ميگهواڙ ٿئي، ميگهواڙ متان لسي پيتي اٿئي. ميگهواڙ حرام آهي. مون چيو تہ ادا ماڻهو آهن. مون جهڙا. چيائين تہ اسين تہ ڪونہ پيئنداسين ڪٿي آيا لسي مون پيتي. ميگهواڙ جي لسي پليت آهي. ميگهواڙ جي لسي پليت چو ٿيندي آهي.

**ادريس جتوئي: ٻيا ڪي اهڙا واقعا؟**

**جمال ابڙو:** مون ۾ اخلاق ۽ انسانيت جو جذبو هو، پنهنجي ساراهه ڪانهي. باقي جڏهن مان ڪاليج ۾ پڙهندو هوس تہ مون محسوس ڪيو تہ منهنجا دوست ڇوڪرا مون سان گڏ ايلفي ۾ گهمندا هئا. گهمڻ وقت هو نڪري وڃن. مان اڪيلو وينو آهيان. نيٺ چيائون ڳالهه ڇا آهي، سو چيائون گڏجي هلنداسون، سيني هڪ ٻئي ڏي ڏٺو. گڏجي هلياسون تہ سيني هڪ ٻئي ڏانهن ڏٺو. گڏجي هلياسون، چپ، چپ، ماٺ، ماٺ، مون چيو ڳالهه الائي ڇا آهي. نيٺ ڪا هڪڙي ڇوڪري اچي لنگهي جا ڏاڍي سُهڻي هئي. مون چيو تہ ڇوڪري ڪيڏي تہ سهڻي هئي. سڀ ڦري ويا ۽ مون کي ڏسڻ لڳا. ڇتائي ڏسڻ لڳا. پوءِ چيائون اسين بہ ائين چئو سگهونٿا نہ. مون چيو ڇو ڪونہ ٿا چئي سگهو. سُهڻي شيءِ کي سهڻو چو نہ چئبو. چئي، اسين اچي ڦاٿا هئاسون تو مان. انهيءَ ڪري توسان نہ هلندا هئاسون. تہ منهنجو اخلاقي ڪردار بہ اهڙو هو جو منهنجا دوست بہ مون سان گڏ گهمڻ کان ڪيٻائيندا هئا تہ متان هن جي روبرو ڪا گهٽ وڌ ڳالهه ڪري سگهون.

**ادريس جتوئي: سونهن، توهان کي به ته انسپائر ڪندي هوندي؟**

**جمال ابڙو:** ها، سونهن ته سونهن آ. تنهن ڪري مون پاڻ چيو ته ڇوڪري، ڪيڏي نه سهڻي هئي، ته ائين ڦري اچي مون کي چتائي ڏسڻ لڳا. مون چين چا ڳالهه ڏني، ته چوڻ لڳا اسين به ته ائين چئي سگهون ٿا. مون چيو اوهين چو نه ٿا چئي سگهو. سونهن کي چو ڪونه سونهن چئبو.

**ادريس جتوئي: اوهان جي مهرباني ڪهاڻي ۾ ڇڙواڳ ۽ آواره نوجوانن جو ذڪر آهي؟**

**جمال ابڙو:** وڏن ماڻهن جو اولاد جيڪي ڏيک ويک تي هلن. سُنا ڪپڙا پائين، سنا وار ڪٽائين، تن ڏينهن ۾ نيون نيون ايمبيسيون کليون هيون. اتي ڊانس ڪرڻ ۽ شراب پيئڻ ويندا هئا ۽ رڳو انگريزن جون ۽ ولايت جون ڳالهيون ڪندا هئا. انهن تي ٿورو تنقيد هئي. Serious تي ڏسون ته Real life چا آهي.

**ادريس جتوئي: اوهان کي پنهنجي ڪهاڻين ۾ ڪردار نگاري ڪيتري Powerful تي لڳي؟**

**جمال ابڙو:** ٻيا سمجهندا هوندا ۽ سمجهي وئي آهي. حالانڪ ته ڪو ڪردار ته ڪونهي، ڪو مسئلو آ، ڪو واقعو آ جنهن کي اُپاريو ويو آ. حقيقتن ته ائين آهي، هاڻي سومر جو ڪردار "ڪارو پاڻي" ۾ آهي ته ڳالهه ٻوڏ ۾ غريبن سان حالت جي، پر هُن جو پنهنجي ڳوٺ ڪان جدا ٿيڻ جو جيڪو منظر آهي، اهو جيڪو مون Describe ڪيو آ، چڙ ڪؤنر سان به چنبريل پتا هئا. جيڪي جدا ٿي ويا. مان جيڪڏهن انهن سٽن تي پهتس ته هري دلگير اُتي بيٺو. اها مون سنگت ۾ پڙهي. چيائين ته جمال، ڪمال ڪري ڇڏيي وَڃائي ڇڏئي.

**ادريس جتوئي: ڳوٺن سان محبت فطري آهي ته شهرن ڏانهن وڃڻ به ضروري آهي؟**

**جمال ابڙو:** پڙجي وڃي ٿو. پوڙهي ماڻهوءَ جا جذبا پنهنجي ڳوٺ سان لاڳاپيل آهن.

**ادريس جتوئي: انڊيا جي سنڌي ڪهاڻي اوهان کي ڪيئن ٿي لڳي؟**

**جمال ابڙو:** انڊيا جي سنڌي ڪهاڻي "خانواهڻ" جيڪا ڪلا پرڪاش لکي آهي، عجيب ڪهاڻي آهي.

**ادريس جتوئي: هندستان ۾ ڪهاڻي ۾ نوان تجربا ڪيا پيا وڃن، لعل پشپ، شيام جئسنگهاڻي يا ٻيا نوان ليکڪ آهن، سنڌ ۾ تجربا پڻ ٿي رهيا آهن، جڏهن توهان چئو ٿا ته ايمائل زولا، سارتر ۽ ڪاميو کي اوهان پنهنجي سماج جي مزاج سان ٺهڪندڙ نه سمجهيو. اها ڳالهه اوهان نون ليکڪن کي ڪيئن Realize ڪرائيندا؟**

**جمال ابڙو:** سائين اهو ادب پاڻهي مري ويندو. اها مقبوليت ئي حاصل نه ڪري سگهندو. تنهن ڪري Realize ڪري ويندا ۽ هاڻي ڏسو ٿا ته ائين ٿئي ٿو. چاڪاڻ ته امر جليل اڄان ٽاپ تي بيٺو آ. نورالهديٰ اڄا ٽاپ تي بيٺي آ. چاڪاڻ ته اها مسئلن تي ڳالهائي ٿي.

**ادريس جتوئي: اسين گورڪي ۽ ٽالسٽاءِ کي قبول ڪيون ٿا تہ سارتر، ايمائيل، زولا ۽ ڪاميو ۽ ڪافڪا جا تجربا ڇو نہ ٿا قبول ڪريون جڏهن تہ بہ ئي ڏارئين سماج جا ليکڪ آهن؟**

**اجمال ابڙو:** سائين، هو پيدائش آهن انهيءَ معاشري جي جنهن ۾ رڳو عيش عشرت هجي، آرام هجي، ان ادب ۾ پنهنجيون محروميون هونديون، محروميون بہ کهڙيون تہ گهڻين عورتن سان پيار ڪجي ۽ ڪيئن ڪلي ڪلايو پيار ڪجي. جيڪو انهن جو ڪلچر آهي. انهيءَ موجب انهن لکيو آ. اسان جا تہ اهي مسئلا ئي ڪونهن، تہ انهن کي ڇا ڪبو. اسان جي ڇوڪرن جا، نوجوانن جا اهي مسئلا آهن تہ اسين ڪاليج ۾ پڙهون ٿا. اسان کي ڪا ڇوڪري لفٽ نہ ٿي ڏئي. ڇاڪاڻ تہ اسين غريب آهيون، اسين رڪشا ۾ چڙهي اچون ٿا پيو ڪو ٽويوٽا ڪار ۾ چڙهي ٿو اچي. اسين بس ۾ ٿا وڃون، انهن جا مسئلا آهن تنهن ڪري انهن اپنائيو آ.

**ادريس جتوئي: انهن جي Real life ۾ جڏهن ائين ٿئي ٿو تہ ان جو ادب ۾ اظهار ڇو جائز نہ آهي؟**

**جمال ابڙو:** جائز آ پلي ڪن، ڇاڪاڻ تہ انهن داخلي اظهار کي بہ ادب مان ڪو خارج نہ ٿو ڪري سگهجي. پلي ڪن، نيڪ آهي، منهنجي خيال موجب ان ڪري صحيح نہ آهي ڇاڪاڻ تہ ان سان انهن ۾ خود مطلبي اچي ويندي ۽ خود مطلبي ۾ ماڻهو پنهنجي خول ۾ بند ٿي ويندو. مون عرض ڪيو تہ ماءُ جي پيڙا پلا ڇو نٿا ڏسن. جيڪي چوويهہ ڪلاڪ ويٺا دعائون گهرن، پنيءَ جو بارو وڪيو اٿن، ماءُ نٽ وڪي آ. تڏهن تہ ان کي پڙهائڻ لاءِ موڪليو اٿن. انهن جي پيڙا نٿي محسوس ٿئين. باقي رڳي پنهنجي پيڙا ٿي محسوس ٿئين. اصل تہ صحيح ڳالهہ تہ هوءَ ٿيندي نہ، سگهاري پيڙا کي ڏسو نہ.

**ادريس جتوئي: اوهان جي اڻپورين ڪهاڻين جو تعداد ڪيترو ٿيندو؟ ۽ انهن کي مڪمل ڪرڻ جو پروگرام آهي؟**

**جمال ابڙو:** چار، پنج ٿينديون، بہ ٽي دفعا مڪمل ڪرڻ جو خيال آيو اٿم. ڪونہ ٿو ڪري سگهان، ڇاڪاڻ تہ ڪهاڻي اوچتو اچي ٿي ۽ ان وهڪ ۾ ماڻهو لکي ٿو وڃي. هاڻي اهو تسلسل جو ٽٽي ويو آ. سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ ڳالهہ جي End ڪٿي ڪجي. حالانڪ ڪنهن افساني ۾ End ضروري نہ آهي. ڪا ڳالهہ چوڻي آ. تڏهن بہ منهنجي ٿو پوان تہ اُن جي ڪٿي End ڪريان.

**ادريس جتوئي: توهان هڪ هنڌ لکيو آهي تہ اسان ڪُڏي ادب جي ميدان ۾ ٽپي پوڻ جا قائل نہ هئاسين ۽ سوچي سمجهي پوءِ لکندا هئاسين؟**

**جمال ابڙو:** سوچي، سمجهي ۽ ڊجي ڊجي لکيوسين ۽ ڪڏهن بہ ڇپائڻ جي خواهش نہ ڪئي سين. ٻيا اچي اسان وٽان ڪهاڻيون ڪٽي ويا.

منهنجي ”پيراڻي“ ڪهاڻي بہ قادر بخش نظاماڻي جهڙو تمام وڏو قابل ماڻهو اهو آيو ان پڙهي ۽ ڪٽي ويو. ڇپائين مان ”صداقت“ اخبار ۾ ڇپيندس. انهيءَ ۾ ڇپيائين. حالانڪ پاڻ پروچ، ان ۾ پروچن جي ڳالهہ لکيل هئي، ڇپائين تہ تمام سگهاري ڪهاڻي آ ڪٽي ويو.

**ادريس جتوئي: شاهہ لطيف جي حوالي سان جيڪو ڏيهي توڙي پرڏيهي عالمن ڪم ڪيو تہ ان مان توهان ڪيتري قدر مطمئن آهيو، ڇا شاهہ سان انصاف ڪري سگهيا آهن؟**

**جمال ابڙو:** الحمد الله شاهہ تي گهڻو لکيو ويو آ. شاهہ کي زندهہ تہ ڪري ڇڏيو اٿئون. باقي ان ۾ نيون نيون ڳالهيون هر مسئلي جي حوالي سان، جي اسان جا مسئلا آهن انهن جو شاهہ صاحب وٽ ڪهڙو حل آهي. سياسي، سماجي توڙي معاشي مسئلن جو شاهہ صاحب وٽ ڪهڙو حل آهي. اُن تي ڪم نہ ٿيو آ. پر هروڀرو مروڙي، سروڙي وٺي ٿا وڃن. اهو مون کي پسند نہ آهي. جيئن سائين جي ايم سيد هر شيءِ کي سنڌ ڏي وٺي وڃي ٿو ۽ سنڌ جي آزادي ڏي، ائين بہ تہ نہ آهي. شاهہ صاحب جيئن چيو تہ سائين سدائين ڪرين مٿي سنڌ سُڪار. ان بيت ۾ دنيا جو ڪو بہ ملڪ شاهہ عبداللطيف نہ ڇڏيو آهي. قنڌار کان قسطنيہ تائين سڀ ڇٽي ويو. سو رڳو سنڌ نہ پر بين الاقوامي بہ ڳالهہ ڪئي آهي.

**ادريس جتوئي: عالمي طور تي سويت يونين جي پڄ ڊاهہ کان پوءِ ۽ وڏي اٿل پٿل آئي آهي، ان جا اسان جي ادب تي ڪي اثرات مرتب ٿيا آهن ۽ اسان جو اهو ترقي پسند ليکڪ جيڪو انهن تحريڪن کان متاثر ٿي ادب جي ميدان تي آيو، اهو تہ پڇي پري پيو آهي؟ توهان تي بہ ڪو اثر پيو آ؟**

**جمال ابڙو:** سويت يونين جو ڊهڻ وڏو الميو آ، پر اُن جو اثر اسان تي ڪونہ پيو آهي. اسين اڃا بہ انهيءَ ڳالهہ تي محڪم آهيون تہ پورهيت جا حق ڪيئن بہ ڪري حاصل ڪرڻا آهن. ڪميونزم هڪ سائنس آ، مارڪسزم هڪ سائنس آ، سائنس ڪڏهن بہ فيل نہ ويندي آهي. نڪو وئي آ. انهن کي سويت يونين وارن پاڻ Disown ڪري ڇڏيو آ. ڪهڙين حالتن ۾. اهو سڀ هڪڙي انٽرنيشنل منصوبابندي هئي. ان ڪري ڪميونزم ۽ مارڪسزم ناڪام نہ آهي. ڪميونزم سائنس آهي ۽ اها هلندي رهندي. معاشي سائنس آ. اها صحيح آ پنهنجي جاءِ تي، اسان اڃا بہ ان تي قائم آهيون.

**ادريس جتوئي: مارڪسزم ۾ تبديليون اچي سگهن ٿيون؟**

**جمال ابڙو:** مارڪسزم ۾ خود لچڪ آهي تہ بابا انقلاب Indiginious ٿيندو آ. پنهنجي Soil مان ٿيندو آ. پنهنجين حالتن آهر اڀرندو آ. مائوزيتنگ، لينن جي Theory کي ختم ڪري ڏيکاريو. هن چيو تہ ڦهريائين جاگيرداري ۽ زمينداري مان اڀجبو سائنس صنعت ۾ ۽ پوءِ انقلاب ايندو. پر مائو چيو تہ

صنعتڪاري ڪان سواءِ هاري بہ انقلاب آڻي سگهي ٿو. اتي هارين انقلاب اٿي چڏيو. ايڏو وڏو انقلاب، جو سويت يونين جي انقلاب ڪان وڏو.

**ادريس جتوئي: مارڪسزم ۾ جو روحانيت ڏانهن جيڪو رويو آهي اهو اوهان کي ڪيئن ٿو لڳي؟ خاص طور تي جدلياتي ماديت جو نظريو ڪيئن آهي؟**

**جمال ابڙو:** روحانيت ڇا کي ٿا چئو. مون کي ان جو ڪنهن بہ جواب نہ ڏنو تہ اوهان ٻڌائيندو روحانيت ڇا آهي؟

**ادريس جتوئي:** Religion

**جمال ابڙو:** رليجن لينن پاڻ لکيو آهي تہ Religion is a great Force it can not ignored مائوزتنگ لکيو آهي تہ مون محمد ﷺ کان گهڻو ڪجهہ سکيو آهي. اها تہ ڳالهہ ڪانهي ان کي Disown ڪجي ۽ مذهب جيڪڏهن Force آهي تہ جيئن لينن ۽ مارڪس چون ٿا، اُن کي استعمال نٿو ڪري سگهجي ڇا؟ ۽ ڪيو ويو آ. پر غلط طريقن سان ڪيو ويو آ. صحيح طريقي سان بہ ماڻهو استعمال ڪري سگهي ٿو. باقي روحانيت الائي ڪهڙي بلا آهي. مون کي سمجهہ ۾ نہ آئي. حالانڪ مان پاڻ صوفي آهيان ۽ روحانيت ڏي گهڻو راغب آهيان. پر روحانيت آهي ڇا اهو تہ مون کي ڪو مرشد بہ نہ سمجهائي سگهيو آ. پر جي روحانيت آهي تہ Life after death تہ انکي اسين مڃون ٿا. الله کي مڃون ٿا. قيامت کي مڃون ٿا، رسول ﷺ مڃون ٿا. آسڪرپولاجي دعوت حميد آخوند. سراج ۽ نورالدين سرڪي ڪئي. تہ هُن کي ورايو وينا هئا تہ اٿيسزم ڇا آهي. مان جيئن اندر گهڙيس تہ هنن چيو تہ He is an other Ethiest مون چيو No, I am not مون جو چيو تہ آسڪر ويچارو کلي پيو تہ Yes, I am not also Ethiest نہ تہ هو ويچارو منجهيو وينو هجي تہ ڪهڙن ۾ اچي ڦاٿو آهيان. مون جو ڊڪليئر ڪيو تہ مان دهريو نہ آهيان تہ آسڪرپولا بہ کلي پيو. پوءِ تہ سڄي ڳالهہ هنن جي خراب ٿي پئي. Ethiest ٿيڻ مون کي سمجهہ ۾ نٿو اچي. Ethiest ٿيڻ ڪا ترقي پسندي تہ ڪانهي هيءَ تہ هڪڙن ماڻهن سولائي ڳولي هئي تہ ترقي پسند معنيٰ Ethiest خدا کي گهٽ وڌ چئو تہ ترقي پسند آهيو.

**ادريس جتوئي: توهان الطاف شيخ جي سفرنامي ۾ لکيو آهي تہ جنهن خدا کي جي لاءِ ڪجهہ چيو تہ ترقي پسند ٿيو. جنهن مذهب جو انڪار ڪيو تہ انقلابي ٿي پيو؟**

**جمال ابڙو:** ڪامورا شاهي کي گاريون ڏيو تہ توهان ٿيو انقلابي جي الله کي ڪجهہ چئو تہ توهان ٿيو ترقي پسند.

**ادريس جتوئي: ان الطاف جي ڪتابي مهاڳ ۾ اوهان هڪ ڳالهہ لکي تہ 60 جي ڏهاڪي ۾ اصلي ۽ صحيح ترقي پسند يا تہ جيلن ۾ هئا. يا عذاب هيٺ هئا. جڏهن تہ نعريباز ۽ نقلي ترقي پسند ميدان تي آيا؟ اصلي ۽ نقلي ترقي پسند مان اوهان جي مراد ڪهڙي آهي؟ اصلي ترقي پسند ڪهڙا هئا؟**

**جمال ابڙو:** اصلي ماڻهو اٿو. سوڀو گيانچنداڻي، قادر بخش نظاماڻي ڪامريڊ عبدالقادر انڍڙ هو. واقعي ترقي پسند ۽ ڏاڍو ڀلو ۽ پيارو ماڻهو هو. حيدر بخش جتوئي هو ۽ پوءِ ته ٻيا سڀ ائين آهن. مان ته مولوي نظير کي به ترقي پسند ڪونه چوندس. اهو رڳو ڏنڊو ڪنيو وتندو هو. ڪم ڪرائيندو هو. پنهنجا به پراوا به. پر ته اُن ۾ ڪا به ترقي پسندي هئي ڪانه.

**ادريس جتوئي: هاري ڪاميٽي ۾ جنهن عرصي ۾ اوهان جدوجهد ڪئي ۽ هاڻي ته هاري ڪاميٽي ته اها عملي طرح رهي به ڪا نه آهي، اهو سفر اوهان جو ڪيئن رهيو؟ اوهان جن ڪهاڻين تي خاڪسار، آزادي جي جدوجهد ۽ هاري تحريڪ جو به اثر رهيو؟**

**جمال ابڙو:** اثر ته انهن تحريڪن جا اثر ضرور رهيا آهن. مان هاري ڪاميٽي جو ڪو ميمبر هوسُ، نه ڪو ليڊر هوس، باقي انهن سان گڏ هوندو هوس. هارين جا جلسا ڪرائيندا هئاسين. هارين سان گڏ ويهندا هئسين. تقريرون ڪندا هئاسين. بس ايترو تعاون هو. حيدر بخش جتوئي کي جهليندو هوس ته الله تي ۽ الله جي وجود تي نه ڳالهاءِ. اها غلط ڳالهه آهي. الٽو اثر پوندو. ان جو هاري تحريڪ کي فائدو نه رسندو. مون اها ڪميٽي ۾ ڳالهه قبول ڪرائي. تقريرن ۾ الله تعاليٰ جي وجود تي ڪو به نه ڳالهائي. حيدر بخش جتوئي مڃيو ۽ چيائين ٺيڪ آ. جي مان اها ڳالهه ڪيان ته روڪجو. پوءِ جلسن ۾ مون کي حيدر بخش جتوئي جي ڀرسان ويهاريائون. جيڏي مهل الله جي ڳالهه ڪري ته اُن وقت جهليس. جنهن وقت هو ڪنهن جلسي ۾ الله جي فقط ڳالهه تي آيو ته مون ڪٽي قميص مان ڇڪيو مانس ته اُتي لائوڊ اسپيڪر تي چيائين ته: ڪامريڊ مون کي نه روڪيو. ڳالهه سچي آهي. مون کي ڪرڻي آ. ماڻهن کي سچ ٻڌائڻو آ. ڇڏي ويو پنهنجي ڳالهه. نه مڙيو. درويش هوندو هو معصوم بلڪل ڏاڍو معصوم.

**ادريس جتوئي: اوهان سمجهو ٿا حيدر بخش جتوئي جيڪا جدوجهد ڪئي، ان سطح جي اڄ ڪا هلچل آهي، يا ان پائي جي قيادت آهي؟**

**جمال ابڙو:** ها سائين سچا ماڻهو پيا آهن. رسول بخش پليجو تمام وڏو ماڻهو آ. جنهن Grass Root ليول تي ڪم ڪيو آ. تحريڪن ۾ عوام سان رابطو ڪيو آ. پر پوءِ اُتي به ظفر اُڄڻ جهڙا ماڻهو پيدا ٿيا. ان لاءِ ماڻهو چا ڪري، ظفر اڄڻ تمام صحيح ماڻهو هو. پر پوءِ فهميده رياض سان شادي ڪرڻ ڪانپوءِ White Colar ماڻهو ٿي ويو. پوءِ بنگلي جون ۽ ڪار جون ڳالهيون ڪرڻ شروع ڪيائين.

**ادرس جتوئي: اوهان ڪهاڻي تي فڪري حوالي سان ڳالهه ڪئي آهي پر ڪهاڻيءَ جي فن جي حوالي سان نوجوانن لاءِ ڪهڙيون ڳالهيون سکڻ ضروري آهن؟**

**جمال ابڙو:** مون ڪهاڻي جا گهاڙيٽا ته ڏٺائي ڪونهن. سچي ڳالهه ڪرڻي آهي.

صحيح ڳالهه ڪرڻي آهي، اخلاص سان ۽ سچائي سان. باقي مون ڪي ڳالهه سمجهه ۾ ڪا نه ٿي اچي. مون نه ڪو گهاڙيتا ناهيا آهن ڪهاڻين جا، نه ڪو مون ڪنهن ڪردار ڪي اُڀاريو آهي. مون ته جا ڳالهه ڏٺي آهي، اُها ڪئي آهي، هيئن نه ٿيڻ ڪپي، هيئن ٿيڻ ڪپي. اها ڪئي آ.

**ادريس جتوئي: پوءِ اها ڳالهه ڪهاڻيءَ جو ڪونه ڪو فارم وٺي بيهي ٿي؟**

**جمال ابڙو:** ها، لاريءَ ۾ ڪهڙو ڪردار آهي؟ ڪوئي ڪردار ڪونهي. لاري جي ڳالهه آ. لاري چئِ هڪ سماج آهي. جنهن جي جيڪا حالت آهي اها سڄي Describe ٿي وڃي ٿي. اها Power واري ڪهاڻي ٿي وئي.

**ادريس جتوئي: مجموعي طور نوجوان ليکڪن لاءِ اوهان جو پيغام ڪهڙو آهي؟**

**جمال ابڙو:** پڙهن، لکن_ پڙهڻ کي نه ڇڏين. پڙهڻ تمام ضروري آهي. اهو مان سمجهي نه سگهيو آهيان ته پڙهڻ کان سواءِ ماڻهو لکن ڪيئن ٿا. اهو مان نه سمجهي سگهيو آهيان.

**ادريس جتوئي: مشاهدو؟**

**جمال ابڙو:** مشاهدو به آهي پر مشاهدي سان گڏ پڙهڻ وڏي ڳالهه آهي، هاڻي تاجل بيوس گهڻو زور ڏنو آ مشاهدي تي، چوي ٿو ته مان ٻهراڙي جو ماڻهو آهيان. پر اهو به اکرن ۾ اڙيو پيو آهي. پيو ته ڪجهه ڪونه آهي. مون هڪڙي ڀي ماڻهو کان پڇيو ته اقبال جيڪو هو سوشلسٽ هو. هندي هين هم هندستان همارا، مذهب نهين سکهاتا آپس مين بير رکهنا وري سوشلسٽ به ٿي ويو.

**جس کهيت سي ميسر نه هو،**
**دهقان کو روزي.**
**اس کهيت کي گوشه، گندم کو جلادو**
**کاخ امراو کي درو ديوا هلادو.**

پوءِ اُن تي اسلام جو غلبو ڪيئن ٿو ويو؟ مون کي انهي ماڻهو ڏاڍو سهڻو جواب ڏنو چيائين ته: ان وقت ٽيگور حيات هو. اقبال کي خبر هئي ته مان ٽيگور نه ٿي سگهندس. تنهن ڪري هو اسلام ڏانهن ويو. سو تاجل بيوس چو ٿو لکي شيخ اياز تي ۽ مون چيو ته ادا تاجل بيوس کي خبر آهي ته مان شيخ اياز نٿو ٿي سگهان. تنهن ڪري شيخ اياز جي خلاف پيو لکي. ڪنهن مون سان شڪايت ڪئي ته اياز ايتري ڳالهه هر هر چو ٿو ڪري ته مون گهڻو لکيو آ. گهڻو لکيو آ. مون چيو ته شيخ اياز کي خبر آ ته مان شاهه لطيف نٿو بڻجي سگهان، تنهن ڪري پنهنجي Quantity تي زور ٿو ڏئي. قتيل شفائي به اهڙي ڳالهه ڪئي ته مون تمام گهڻو لکيو آ. مو چيو ته ان کي خبر آ ته مان فيض احمد فيض نه وري جوش مليح آبادي ٿي سگهندس. نه ڪو جگر مراد آبادي ٿي سگهندس. تنهن ڪري هو ڳڻائي ٿو

تہ مون هيترو گهڻو لکيو آ. حالانڪ شيخ اياز منهنجو دوست آهي، ان لاءِ اها ڳالهہ چوڻ سونهين نہ ٿي. هيءَ ڳالهہ ۾ ڳالهہ نڪري آئي. تہ شيخ اياز کي خبر آ تہ مان شاهہ لطيف تئو ٿي سگهان. اها هن جي ايمانداري آ. سچائي آ. پيٽائي در تنهنجي ٿي جهلي بينس جهول اهو بہ چيائين پر هن کي اهو حساس آهي تہ شاهہ لطيف وڏو شاعر آهي.

**ادريس جتوئي: جي ڳالهيون توهان ڪيو ٿا، اياز بہ اها ڳالهہ ڪٿي نڪتو هو زندگي کي اڳتي وٺي وڃڻ واري. اڄ اياز جيڪولکي ٿو، ڪتابن جا مهاڳ لکي ٿو، ميتافزڪس جي حوالي کان، ماضيءَ کي Disown ڪري ٿو؟**

**جمال ابڙو:** شيخ اصل کان ائين هو. مون کي جيڪي دوست چوندا آهن. شيخ اياز جي پهرين شاعري رڳو مسٽيزم آهي. "پوئر پري آڪاس" ان ۾ بہ مسٽيزم آهي. رڳو محبوب جي ڳالهہ آ.

**پرين سارو پٽ ڇهي ڇهان ڪيترو.**

اهي رومانوي ڳالهيون، مسٽيسزم بہ آهي. تارن ۽ ستارن جون ڳالهيون ۽ مون کي ياد آهي. 1950ع جي دوران مان اياز وٽ سکر ويس. اياز ڪنهن کي رهائيندو ڪونهي. مان کي پاڻ سان رهاياٿين، ماني کارايئين، رات جو 12 وڳي چيائين جمال، گهمڻ هلون. سکر مان نڪري روهڙي واري پاسي، درياهہ جي.هن پار وياسين، پوءِ گاڏي ڇڏي پنڌ ڪيوسين. ايڏو سهڻو نظارو مون کي نظر آيو پريان سکر جي شهر جون بتيون ۽ درياهہ انهن بتين جو ۽ چنڊ جو عڪس، مون چيو تہ اياز هيءَ تہ ڏس تہ مون کي چيائين تہ:

ادا، اها جاءِ ۽ ڪجهہ پيون، اها تہ منهنجي شاعري آهي، آهن.

This, Plus Some thing else

مون کي سندس عشق جي خبر هئي. الله شل ڪنهن کي لڳائي.

چيائين منهنجي شاعري جو راز اهو آ.

**ادريس جتوئي: اياز اوهان تي لکي پيو؟**

**جمال ابڙو:** مون تي ڪو نہ پيو لکي، پنهنجي ڪهاڻي پيو لکي، پر مون کي چيائين تہ تون مون تي لک مون چيو تہ ادا، مان لکڻ کان قاصر آهيان، چيائين چڱو مان ٿو لکان. اياز لکڻ جو شاهہ، نثر توڙي نظم جو بادشاهہ آ. اياز وڏي ڳالهہ آ، عالم آ، هن وٽ علم آ، هو ڳالهائي ٿو تہ سڄو علم ٿو ڳالهائي. هن جي گفتگو ۽ لفظ لفظ بہ عجيب آهي.

**ادريس جتوئي: سنڌي ناول ڇو نہ اڳتي وڌي سگهيو آ؟**

**جمال ابڙو:** ڪلاسيڪي ناول تہ پيدا ئي ڪونہ ٿيو آهي سنڌي ۾ نہ اڳ ۾ ناول لکيا ويا آهن پر نہ هاڻي لکيا ويا آهن. مرزا قليچ بيگ لکيا پر اهي خاص نہ هئا.



# پيراڻي

ٺڪر تان بروهين جي لڏ تي لٿي. سياري جي شروعات هئي. جابلو پٽن تان خشڪ هوا سنهڙيون پٽريون گهليون ٿي ويئي. ٻه ٽي ڏاند هئا. جن تي سامان لڏيل هو. هڪ اٺ جنهن تي بانس جون لٺيون ۽ ڏنڊا. سنڌ ۾ وڪري لاءِ ڪنيل هئا. پنيان ٻه ڪتا پيچ لوڏيندا پڳا ٿي آيا. مڙدن جا پير اگهاڙا. سٿڻون قاتل ۽ لـُنديون. مٿن ۾ عاليشان ٽڪڙن وارا. پرت پريل ميرا ۽ گندا ٽوپ. وڏا وار. خشڪ. اٽيا ۽ چيڙهه پيل. زائفن ڪي سهڻي ڪتل پرت سان ڍڳها گگها. ڏاندن تي وڏا ٻورا رکيل. جن ۾ ڏاس جا وٽيل رسا پيل. ننڍڙا ٻار ڏاندن تي چڙهيل. مائٽن ڪي سنها لڪڻ هٿ ۾ جن سان ڏاندن ڪي هڪليندا ٿي آيا ۽ سريلو "هي - هون" جو آواز پئي ڪيائون. شڪلين جا سهڻا ۽ شاندار بدن جي بيهڪ ناهوڪي.

هڪڙي هنڌ مانجهاندو ڪيائون. گودڙيءَ مان سڪل مانين جا ٽڪر سيني ڪي ملي ويا. ٻئي ٻجڪي مان سڪل ڏڌ جا اچا ٽڪر ڪڍي. پاٽيءَ جي جمن ۾ وڌائون ۽ سيني ٻه ٽي ڍُڪ پريا. ننڍڙي نون سالن جي پيراڻيءَ چيو. "سنڌ ۾ شيون ڪوڙ ۽ سنيون سنيون." پٽس ٽوپ لاهي جونئن هاٿو مٿو ڪنهيو. ماڻس خفي ٿي ڏانهس نهاريو. ٻين ٻارن جي اکيو منين منين شين جون خيالي قطارون گهمي ويون.

سنڌ ۾ پلال جي جهوپڙن ۾ وينا. پلال تي سمهيا ۽ پلال جا جوتا ناهي پاتائون. بانس جون لٺيون ۽ ڏاسن جا رسا وڪيائون. ڪنديون ڪيائون ۽ ڪيٽون ڪڍيائون.

سيارو گذريو ۽ موٽڻ جا سانباها ٿيا. ٻارڙن ڪي شيون ڪو نه مليون.

وجڻ ڪان اڳ ۾ پيراڻيءَ جي پيءُ زال جي منهن ۾ ڏٺو. سندس اکيان سچ ۽ ٻک ڦري ويئي. جوڻس هيسجي پيراڻيءَ جي چولڙي ڪي ڏٺو. جو اجا هاٽي ڌوئي وڌو هئائين. سندس خاموش بيوس اکين ۾ انڪار ڪين هو!

پيراڻيءَ جو پيءُ پرواري ڳوٺ ۾ آيو. "سلاماليڪ" ڪيائين ادو ڪو "سنگ" ڪيي؟" پيءُ جو مطلب ڏيءَ ڪي وڪڻڻ جو هو. سنڌ ۾ سگن جي اٽاٽ. ڪيترن جا پڙ باسيل هئا. "شل بادشاهه پير سپ جي پڇائي." لالوءَ جي پيءُ پٽ ڏي ڏٺو. مڇن جي ساول. آواز گگهو. ڏاڙهيءَ جا چدا چدا ڪنپ ٻه نڪتا هيس. ٻه ٽي ڇٽا بروهيءَ سان گڏجي ويا. بروهين جا ڪتا سنڌين ڪي ڏسي چتا تي پيا. هوءَ ها مچائي ڏنائون. پيراڻي پنيءَ اگهاڙي چندا ڪليل. پڇي وچي ماءُ جي

چولي کي جهليائين لالوءَ جي پيءُ کيس هٿ لائي ڏنو.

پيراڻيءَ جي پيءُ پڪائي ڪندي چيو. ”ڏبرو (ڏبري) ناهي“. ڪتن ڀونڪ ڇڏي. ڳوٺ جي ٻاهرئين رستي تائين ڀونڪندا ڊوڙندا آيا. ڪين ٻاهر ڪڍي پڇ لوڏڻ لڳا ۽ بدن کي ڏوٽي ٽڙي پکڙي ويا. هنن پنهنجو فرض پورو ڪيو.

ڳوٺ جي ٻاهران ”سٺ“ روپين تي فيصلو ٿيو. اڄ بروهين پنهنجا تڏا پٽيا. مڏي ويڙهجي سيڙهجي، ڏاندن تي پئجي ويئي. ٻارڙن ڳوٺ جون ڳالهيون ٿي ڪيون. ٺڪر جون ۽ ٺڪر جي ٻيرن جون. لالوءَ جو ڳوٺ وات تي هو. پيراڻيءَ جي ماءُ پيراڻيءَ سان بلڪل لڳي ٿي هلي. پڻس بہ کيس آگر ڏني هئي. ”ابا هاڻي ڳوٺ ٽا هلون.“ پڻس ڪنڌ سان هائو ڪئي. سندس اندر ڪاڏو پيو هو. ماڻس محسوس ڪيو تہ ڪا وڏي شيءِ سندس ڇاتيءَ ۾ اٽڪي بيني، آهي، جا ٻاهر نڪرڻ لاءِ اڏما پئي ڪائي. لالوءَ وارا اڳيئي بينا هئا. ماڻس مشين وانگر سٺ ڏيئي پيراڻيءَ کي ڪٽي ورتو ۽ ڇاتيءَ سان چنبڙايو. ماءُ ۽ ڌيءُ جون دليون ڌڪ ڌڪ ڪرڻ لڳيون. ماٺهو مڙي ويا. پڻس ڏکندڙ هٿن سان پيراڻيءَ جي ٻانهن کي ڇڏايو. ماءُ جو هنيانءُ ڦسي پيو، آنبا وڃي پيا، دل دانهن ڪئي، ”آڙي منهنجو پيراڻي ننيڙو“! ڇوڪريءَ هنيانءُ ڦاڙي دانهن ڪئي. پکي پڙڪو ڏيئي اڏاميا.

پٽ ۾ پيل پيراڻيءَ کي لالوءَ جي پيءُ جهليو. پيراڻيءَ جي پيءُ جي نڪ ۽ اکين جو پاڻي سندس ڏاڙهيءَ مان ٽي ٽميو ۽ ڦتڪندڙ زال کي پئي جهليائين. لڏ رواني ٿي، پيراڻيءَ اوٻاسين ۾ ”ابا ۽ اما“ پوڪاريو. ماڻس کي گهليندا ويا ۽ پري کان آواز ايندو رهيو، ”او جي خدا، منهنجو پيراڻي ننيڙو ! او ٺڪر کي ٻاهہ لڳي، سنڌ وسي، منهنجو پيراڻي ننيڙو!“ هن وار پئي پٽيا.

ڦتڪندڙ پيراڻيءَ کي گهر کڻي ويا. هن ٻل پئي ڪاڏا. چڙهيون ٿي هنيون. پڳي پڳي ٿي ويئي. لالو ڊوڙندو شيون وٺي آيو. زور سان سندس وات ۾ مصري وڌائون جا اجهڪي سان نڪري آئي. ٻاراڻيءَ ڪچيءَ نڙيءَ مان گگهو آواز اچڻ لڳو. اوٻاسين ۽ سڏڪن ۾ پڳل. ٽٽل. ”ابا .... امان ...“ ٿي نڪتس. ڪنهن کيس سڏ نہ ڏنو. لالوءَ کي ٻاهہ وٺي ويئي. ڪاتي کڻي آيو. اکيون ڦوٽاري چيائين، ”بس ڪر نہ تہ ڪهندو سانءُ“. متيءَ ۾ پيل پيراڻيءَ سڄي رهيل طاقت سان رڙ ڪئي ... مائي ياڳل پنهنجي ننڍڙيءَ کي ڇڪي ڇاتيءَ سان لاتو. ٻڪريءَ ڪن ايا ڪري ٻيڪاٽ ڪيو ۽ پنهنجي ڦر کي چٽڻ لڳي.

پيراڻي اڄ بہ جيئري آهي. سندس هڪ پٽ پوليس وارو آهي ۽ ٻيو جيل ۾ آهي.

# خميسي جو ڪوٽ

آنءُ تن ڏينهن نماز پڙهندو هوس. تهہ سيارو هوندو هو هنڌ ۾ ويٺي ئي سئيٽر پائيندو هوس. مٿان مفلر. ڪوٽ اوور ڪوٽ. نڪر جي ڪونئري کي اڌ تائين ڪلر لڳو پيو هوندو هو. پاڻي اهڙو جو اصل پارو. ٿڌيءَ هوا جا سوسٽ بدن کي چڙ تہ چيريندا ٿي ويا. ڪبڙو ٿي، ڏڪندو ٿڙڪندو، مسجد ڏي ويندو هوس. هيترين تڪليفن ڪان پوءِ خدا کي البت پنهنجو ڪري سمجهندو هوس. پائيندو هوس تہ بي نمازي ڪهڙا نہ بيڪار آهن. در ڪولي ٻاهر نڪرندو هوس. ٿڌ جو طوفان منهنجو فخر زوريءَ مون ڪان ڪسي ويندو هو. زمين ۽ آسمان جي وچ ۾ ٿڌ ڪان سواءِ ٻيو ڪجھ بہ نہ هوندو هو.

نَنڍڙو يارهن سالن جو خميسو اڳيئي مال وٺيو، ٻوڙن ۾ ٻيٺو هوندو هو. ڪيس قميص ڪانہ هئي، پر هڪ ٽڳڙين نڪتل گرم ڪوٽ پيو هئس. ڪاري گوڏ ۽ مٿي تي ميرو ڪپھ جو ٽوپ. مٿر بہ ماڪ سان چانيا پيا هوندا هئا. ٻئي هٿ ڪڇن ۾ وجهي، پيرن اگهاڙو پاڻ ڪان ڊگهي لٺ ڪنيون، سوڙهو ٿيو بيٺو هوندو هو. سندس ڪاڏي پيئي ڪڙڪندي هئي. مون کي ڏسي دانهن ڪندو هو، "ها ملان!" هو مون کي چيڙائيندو هو، مان تڪڙو وڏي ويندو هئس ۽ هو پٺيان چوندو رهندو هو، "ملان، ملان، او ملان." مان اوور ڪوٽ جي ڪالرن کي ناهيندو الله ڏي ويندو هئس ۽ هو ڊورن ڏي. مان وجهي شڪر ادائي ڪندو هئس ۽ پنهنجي صحت ۽ خوشحاليءَ جي دعا گهرندو هئس. هو فصل جي سنڀال ڪندو هو ۽ پيل ڪرائيندو هو، تہ سڙي نہ وڃي.

"ها ملان" هن سر سان لانڍ ڪري چيو. اوندھ ۾ سندس ڪارن چپن مان اڇا چمڪٽا ڏند ظاهر ٿيا ۽ هو ٽهہ ٽهہ ڪري کلڻ لڳو. "بيھہ تہ سهي، تنهنجي خبر ٿو وٺان." مون ايئن چئي پير وڌايو ۽ زور سان زمين تي هنيو. هو ڇرڪ پري وٺو ڀڳو. ٽپا ڏيندو، مٿر لتاڙيندو، يڪ ساهيءَ ٿيهارو گام پڇي

ويو. مڙي مون ڏي نهاريائين. وني ٺهڪ ڏنائين. ”آ تہ خبر پوي“ پوءِ تہ“ ملان. ملان. “ ڪري وڏيڪ چيڙايائين.

هڪ ڏينهن نيٺ مون ڪيس ٺڦ هڻي ڪڍي. پهريائين تہ وائڙو ٿي ويو. سمجهہ ئي نہ پيس تہ ڇو ايئن ٿيو. سندس ڪاڏي ٿورو جنبش ۾ آئي. چپ ٻاهر نڪتا ۽ ... هو ڏاڍو رنو ... پٺي سڏڪا پريائين. مون ڪيس اڳي بہ وڙهندو ڏٺو هو. ڪيس ڪو ماريندو هو تہ هي بہ گاريون ڏيندو هو. بجا ڏيندو هو ۽ پري پڇي پٿر هڻندو هو. ماءُ ۽ پاءُ کي بہ پٿر هڻندو هو. مون کي نڪي گاريون ڏنائين. نڪي پڇي ويو. بيٺو رهيو ۽ رئندو رهيو. ملان الله اڪبر چيو. مان نماز پڙهي موٽيس تہ بہ پٺي رنو. مون گهڙي کن بيهي ڪيس ڏٺو. هن نوٽ آڏو ڏيئي پنهنجو منهن لڪائي ڇڏيو. منهنجي دل ۾ ٿي تہ جيڪر مون سان بہ وڙهي پڇي ۽ پٿر هڻي!

ٻئي ڏينهن وري ساڳي ڪار. ٻاهر نڪتس ۽ خميسي رڙ ڪئي، ”آ ملان.“ ۽ وني پڳو. خبر نہ آهي هن کي ملان کان اهڙي نفرت ڇو هئي. پهر سج ڏاري مان خميسي جي گهر وٽان لنگهيس. ڇنل ڪٽ تي اس ۾ پراڻيءَ رليءَ هيٺيان ويڙهيو سيڙهيو پيو هو. ماڻس ڇيٽا ڪيندي چيو. ”مال وني موٽيو آهي تہ بيٺو ٿي ڪريو آهي. ٽڪر بہ نہ ڪاڏائين. مهيني کان بيٺڙ ٿو اچيس. ملان نورل کان بہڏايو بہ هو مانس.“ مون بہ رلي مٿي ڪئي ڏٺو. انهيءَ ڦاٽل ڪوٽ ۾ پيرين اگهاڙو خميسو پيو هو. سندس ڪارو رنگ اڃا بہ ڪاراٽجي ويو هو. اکيون ڳاڙهيون ۽ مغز ٻاهر. سندس ڪليل وات مان گجي ٿي وهي. اکيون ڦري ويون هئس ۽ سندس اڃا سهڻا ڏند پوائتا ٿي لڳا. مون دانهن ڪئي. ماڻس پڇندي آئي.

پٽس کي گهرايو ويو اسپتال ڇهہ ميل پري هئي. ڊاڪٽر خرچي بہ وٺندو هو ڇوڪر گهڙين جو مهمان هو. مون پنهنجو ڪوٽ لاهي مٿائنس وڌو. ڪيڏي نہ همدردي!

خميسي کي ملان وهنجاريو ميرو ڪوٽ لاهي نئون ڪپڙو ويڙهيو. مون عطر بہ آندو. سندس ننڍڙا ڏند اڃا بہ ٺڏ جي شڪايت ڪري رهيا هئا. ڪيس سڻو سنئون ڪٽ تي سمهاريو ويو. سيني قطار ٻڌي ۽ ملان الله اڪبر چيو.

مون وارو ڪوٽ ملان ڪنيون.

ٻئي ڏينهن خميسي جو ننڍو ڀاءُ مهر ڏاند وٺيو بيٺو هو. پس اهو ئي خميسي وارو ڪوٽ پيل هو.

# سينڌ

ادا اياز

لکڻ ڇڏئي ورهيہ ٿيا. توهان جي چوڻ نئون امنگ ڏنو. سچ ته چوان تہ توهان جي هر ڳالهہ. توهان سان گهاريل گهڙي. مون لاءِ تاريخي اهميت جي حامل آهي.

امنگ تہ توهان ڏنو پر ڏات ڪين وري. ڏات نہ رڳو ڏنگ هڻي ٿي پر ڏنگ ۽ ڏاگهہ ڪُهري ٿي. اهي ڪٿان آڻيان؟ نہ ماڻهن سان ميل. نہ سندن پيڙا جو پتو. نہ سندن دفاعي ۽ جارحي لاڙن سان عملي رشتو. انهن ڪان سواءِ فنڪار ڪوڪلو.

مٿان منهنجو ڏُڏُو هٿ. ٻئي هٿ ڪم آڻيان تڏهن قلم ڏڪندو ڪنبندو هلي. صورتخطي ئي ڪٽي ڏسوم. هي ست صفحا. مون لاءِ جبل چڙهڻ مثل هئا. اتي لکڻيءَ جي رواني ۽ جولان ڪٿان آڻيندم.

جيڪي رنڊا روڙيا اٿم. حاضر آهن. شل خوش هجين. سدائين فتحمند هجين.

جمال ابڙو

ڪپري شهر جي سرڪاري اسپتال جي لاش گهر ٻاهران. مٽيءَ ۽ ڌڌڙ ۾ ڪارا ڳنڍيل وار. ڇوٽيءَ سينڌ سميت. ذوڙ ۽ جهڪ ۾ پٽي ليٽڙيا. اندر پنگي ۽ ڊاڪٽر. مکين جي ڀون ڀون. ننگو لاش اگهاڙي ڇاتي. سنڌ جي ڇاتي. ڪنهن جي لڄ. سڀ جو ننگ. ست ڌارين آڏو ننگي پئي هئي. هٿ رونڊڙا پير ڦٽل. اکيون حيرت. حسرت ۽ هيبت کان ڦاٽل. سباجهي. سدوري. سگهڙ. ڪونئرو ڪسهڻي. پيار جيءَ راهہ ۾ هڪ بي قرباني. ڪسڻ قبول ڪيائين. سينڌ جي پت نہ وڃايائين. ٺهڪڙا ڏئي چار اگريون سينڌ تي رکي انجام ٻڌائين. پر ٺهڪڙا ڪهاڙين جي کڙڪن ۾ بدلجي آيا. اگريون ڪپجي ويون. سينڌ ڪوڙجي وئي.

اتي ئي سندس پاءُ ٻاهر هو، ابي ڇائو. امڙ جي رت مان نهيل ۽ ڪير تي تاتيل. جنهن لاءِ ننڍي هوندي کان "الله ڏيندو ادل کي ... " ڳايو هئائين. بي غيرت پاءُ جنهن "غيرت" مان پيڻ ماري هئي، هٿڪڙين هوندي ايئن ڳاٽ جهليو بيٺو هو، ڇڻ ڪوٽ ڪٽيو هئائين.

امڙ هئي، جنهن جي رازدار ساڻڻ اڄ ڪهاڙيون جهليي، چاقن سان چيرجي رهي هئي. جنهن ڏيءَ جون ڪچيون ڦڪيون ساهه ۾ سانڍيون هيون. جنهن ور ور ڏيئي ڪيس سمجهايو هو ۽ سمجهيو هو.

سندس ڊڦ پيرو مڙس، جو پبن تي تيڙ ڪائيندو، لوٽا ڦيريندو هلندو هو: ڳالهائيندو هو تہ گگ وهندي هئس. ور ور ڪري لاش گهر ڏي تي ڏنائين. رڙ پئي پيس، "الا منهنجي سهڻي پنج هزار لهندي هئي."

ڊڳن جو جوڙو، ٻہ جريب زمين ۽ عورت جي جند. اها پنجوڙ جنهن ۾ نچڻي ٽپڻي تيرهن سالن جي پدمڻيءَ ڄم کان موت تائين گهوگهجي وئي. لڪ لڪوٽي، ليٽ ڪبوتر. گهڻ گهڻ گهنٽو ۽ ڳيچ سهرا سپ ان پنجوڙ جي ساهه نپوڙ سوڙهه ۽ گهٽ ۾ گهٽجي گم ٿي ويا. "الله ڏيندو ادل کي!" ۽ الله ادل کي ڊڳا ۽ ٻہ جريب ڏئي ڇڏيا ۽ اديءَ جي جند مڙس جو حق ٿي وئي، ملهہ ڳڌو حق.

شاديءَ جا جوڙا، هٿن کي ميندي، چانديءَ جي ٻانهين، خوشيءَ مان هر هر ماءُ کي ڇنبڙي ٿي پئي. ٻاراڻي ٿهي، شاديءَ کي ايئن ٿي ڀانيائين ڄڻڪ گڏي گڏيءَ جو وهانءُ. مڙس کي ايئن ٿي سمجهيائين جيئن سندس پاءُ يا پيءُ. ۽ جڏهن وڃي ساڻس ستي تہ آڏيءَ کان پوءِ ماڻهن سندس ڪيڪون ٻڌيون ۽ ڇماڻن جا ڦهڪا.

ٽڪل ٽڪل، پيلي، زندگي ايئن ٿي وئي جيئن آرهڙ جون ٻنون. هر صبح ۾ سانجهيءَ جي گهٽ هئي ۽ هر سانجهيءَ ۾ صبح جو سور هو. نار جي لوٽي هئي، ڳچيءَ ۾ رسو، ڪوهه ۾ گهوٽا ۽ رات جو رينگٽ. بي هزارين جي ٻانهي، سانجهڻ، ٻهاري، دال، ڪار، گاهہ، رونبو، زور ۽ زوري. سندس زنانو حسن نہ ڇائو نہ مئو، نہ اسريو نہ اپريو.

جڏهن ٻن سالن کان پوءِ ماءُ وٽ آئي تہ هنياءُ ڦسي پيس. پار ڪڍي رني. "ادا" ڇئي ساڻس ڇنبڙي پئي. پاءُ ۽ مڙس جي فرق جو شدت سان احساس ٿيس. ٻارڙن جون ٽوليون ڏسي ٻئا ڳوڙها ڳاڙڻ لڳي.

اباڻي گهر سندس ٻوساٽيل روح کي آٿت، سندس جسم کي آرام ڏنو.

جنهن گهر جي چپر چني ڪنڊيءَ ڪوٺ سان ٻالڪپڻ چنبڙيو پيو هو تنهن سان پاڻ به چنبڙي پئي. روح رلي ويس. ميخ لڳي ويس. ايئن ئي محسوس ڪيائين ته وري ڀڳائي، ”نمر جي نموري پڪي، الله ڏيندو ابي کي. سون وجهندو ڏيئن کي، چند ڏنو کير منو.“ سندس دل جيءَ ڪنهن ڪنڊ ۾ هلڪڙو آرس پچڻ جي تمنا. نحيف ڪنوڻ وانگر انگڙ ونگڙ ايري گم ٿي وئي.

ڪارونيار ڪڪرن ۾. هڪلڙي هير سندس سنهڙي چولي کي سندس سيني مٿان گسڪائي رهي هئي. عجيب انوکي ڪيفيت. چولي منجهان. سيني منجهان. سندس دل ۾ سمائجي وئي. مينهن وسيو. هوءَ ٻيٺي رهي. ٻارڙن جا ٽولا ڳائڻ لڳا. ”اکريءَ ۾ ڪڪڙو. مينهن آيو تڪڙو.“ چولو ساڻس چهٽي ويو. هن محسوس ڪيو ڄڻ ته هوءَ پاڻ ڪڪڙو آهي ۽ مينهن سندس جسم سان وڪوڙيو وجي. جنهن جي گستاخ آلاڻ ڪيس وڏ ڦڙي جي بشارت ڏني.

اگهاڙن پنن سان. سندس هم عمر جوڙ ۽ جيس ميهار. مينهن ٻنهي ڪيس وڪوڙي ويو. سندس چپ ڪليل رهجي ويا. خبر تڏهن پيس جڏهن ميهار اڇي هٿ کان ورتس. چرڪ پري پڇي وئي.

سندس جنسي جذبو. عين عورتپڻو. حيات جو موجب. قدرت جو عجيب ۽ منو ڪرشمو جو وحشانيت جي ڄرُ ساڙيو هو. سو پيار جي مينهن ۾ سائو ٿيو. جنهن کي چماٽن ۽ ڪيڪن ڊيڄاري دبي دساڙي ٺڏو ڪيو هو. تنهن کي هٿ جي گرمائش جياري چڏيو. ڳلن ۾ تؤ. تن ۾ تونس. آگمجي رني. چٽنگ هنئي جا جلڻ ۽ جلائڻ لاءِ نسنگ نروار هئي.

لوڪ لجا. ادي جي عزت. دل جي دل ۾. ساڳيو ميهار جڏهن اڇا ڪپڙا اوڍي. وارن کي ڦڻي ڏيئي. اکين ۾ سرمو وجهي اڇي لنگهندو هو ته اکيون هيٺ ڪري چڏيندي هئي ۽ پوتي چڪي مٿو ڍڪيندي هئي. بس ميهار لاءِ اهو ڪافي نياپو هو. هن جو من به ٽڙي پوندو هو ته هڪ مرد محض سندس لاءِ سينگار ڪري. سندس اکيون هڪ ٽڪ دور افق جي پريان وجي ڪپنديون هيون. پنهنجيءَ باهه ۾ پسر ٿيڻ لڳي. جيئن روڪيائين تيئن پيڙ هئا. وري جو ڳنڍڙي مليس. خالي باڪس ۾ سرخي. ڪجل. مصريءَ جي ٽڙ. رڪ جي چپٽي. ميٽ جو ذرو ته ڪڙي تپي آيس. ويهڻ وهُ ٽي آيس. ماءَ سان سليائين. عورت جو عورت سان سلڻ ڄڻ خالق ۽ مخلوق جو ازلي راز سلڻ ۽ سمجهڻ. ماڻس چنبا هٽي ڪڍيس. ويٺن سان وڍيائينس. نيٺ ٻٽ ٿي بينس. ڏيءَ ۽ ماءَ

جو ميلاپ. چا نـ ٿي ڇاتائون ڇا نـ ٿي سمجهيائون. حياتيءَ جـي سڪي سرءُ ۾
پن ڇاڻيندي ڪڏهن ڪا سرور جـي گهـڙي گهاري هئائون. سا بـ کهاڙين جي
پاڇي ۾. گهڙيءَ جي معراج لاءِ ڪنڌ ڪپائڻ. ٽهڪڙا ٽاڪوڙا. ڇڻ تـ جيڪي
ڏنائون ٿي تنهن کان وڌ ورتائون ٿي.

ميهار سان ملڻ وئي تـ هيرون هئس هنج ۾. ڏرتـي هندورو هئي. گل
ٽڙيل هئس دل ۾. سڳنڌ هئس ساهه ۾. سڌ ٻڌ پرائـي ٿـي چڪي هئي. سندس
سڄي ڪائنات پرائي هئي. وٽس پهتي تـ پاڻي ٿـي پئي. هٿ وڌائينس. پلؤ
پاتائينس. هٿ لائڻ نـ ڏنائينس.

موٽي اڇي ماءُ کي ليلڙاٽ ڪيائين. پلؤ آڇا ڪرائينم. امڙ کـي
ٻاڏايائين. جڳ کي دانهن ڏنائين. ٻاڪاريائين. ڇگن منـن جا در کڙڪايائين.
جنهن سندس جسم کي نپوڙيو هو تنهن سان جسم ڪيئن ملائي. منوءَ کي ڇڏي
ڏينيوءَ کا ڪيئن ڏنگائي. ڏنگ ۽ ڏنپ هئس ڏاج ۾. نڪاح جي ... سان. يا
نڪاح ٽٽي يا ڪنڌ ٽٽي.

جتي ٻنيءَ ۽ ونيءَ تي سر ڏجن ٿا. اتي نينگرين جو سودو بـ ٿئي ٿو. املهه
جو ملهه ٿئي ٿو. هتي نينگرين جو نيلام. ست قرآن. ڪوڏيـن جي دام. اتـي ڪير
ڏئي طلاق. ڊپ پيرو چوي. "ڪهي وجهو نڪاح نـ ڇڏيان. پلي عمر ڪائي وڃي. ٻني
۽ وني ڪنهن ڇڏي آ." بـ بـ هٿ پيو اڏامي. ڪوٽ جي آڙ ۾ بيغيرت جي نگاهه. لڄ
تي نـ. لڄ جي قيمت تي. دڙڪا. دهمان. ڏنگايون ڏاڍ. بي فرمان: "هيڏانهن ڪچي
تند. نياڻي نينگري. سرءُ جي ساڙيل سڪل پيلي ول. جنهن جي من ۾ پهريون پيرو
پيار جي رس پري هئي. اڏول. پنهنجي حق تي قائم. سائي تيڻ جو حق. گلن جي
ڪڍڻ جو حق. ڪچيءَ تند ۾ حق ڇڪڻ جي ايڏي قوت! پر ايجاب ۽ قبول جو ڏاڳو
ٻن هزارن روپين ۾ تلهي موٽي سنگهر ٿي چڪو هو.

نياڻي نينگري ڪچي تند. پر جڏهن سندس نحيف تنتن ۾. عورتپڻي
جي آفاقي حق گهرڻ جي برقي قوت پهتي تـ وڄ ٻڻجي وئي. چمڪا. چڻنگون ۽
ٽاندا جن سندس مڙس جي اڌاري مردانگيءَ کي ڪنبائي ڇڏيو. هو طلاق ڏيڻ لاءِ
تيار ٿي ويو. هن لاءِ رڳو بـ اکر چوڻ جي دير هئي. پر جنهن ... عورتپڻي جو
حق کسيو ٿي ويو. جنهن جان جي بازي لڳائي هئي. جيڪا اهڙو ئي انسان هئي
جهڙو مڙس. جا پاڻ مظلوم هئي. سا بس فقيرياڻين وانگر خيرات جي محتاج
هئي. سندس لفظ ۽ ارادي کي ڪو وزن ڪو نـ هو. ڇا تـ توازن هئو! نڪاح ٻن

ڏرين جي هڪجهڙي قبوليت هئي. هڪ ٿوڙي سگهيو ٿي ان کي ٿاڪئين نڪر وانگر ٻئي لاءِ ڳنڍ هو ڳچيءَ جو.

نقصان ڪنهن کي ٿـي ٿيـو. بـازاري اگهـ ڪنهـن جـو ٿـي ڪريـو. جسماني باغ ڪنهن جو لٽيو ويو. تـ بـ معاوضي جي گهر مڙس ڪئي ۽ سڄي دنيا سندس انهيءَ حق جي تائيد ڪئي. اهو حق ايڏو تـ ڪو اتـل هو جو سندس ماءُ ۽ پاءُ بـ هارجي ويا. قبوليت جو ڏاڍو روپين جي بـار هيٺ سوڳهي سنگهر ٿي ويو. باغ جو، گلستان جو، ميوو ڏيندڙ شجر جو، نيڪو عمر پر بـن هزارن ۾! پيڻ پنهنجي پاءُ کان نمائين نظرن سان صدقو گهريو. اکئين آب جاري هو. پر سندس نير، نيئر کي ٿوڙي ڪونـ سگهيا. پاءُ بـ فيصلو ڏنـو تـ رن ڪميٺيءَ کي چنڊن کان گهلي مڙس کي ڏيو. جنهن بـ هزار منا ڪيا سو مڙس مان وارو ٻٽيو ۽ جنهن جي جسم جذبن ۽ جان جو نيلام ٿيو سو ڪميٺو.

ها آخري رات هئي. چيهـ نا اميدي سندس حس ۽ حواس سلب ڪري ڇڏيا هئا. جڏهن ميهـار اشارو ڏنـس تـ چـار آگريـون ڪٺي سينڌ تـي رکيـائين. سندس روح ۽ جسم هڪ قلب ٻڌجي ويـا. جنهـن کي اوڏو اڄڻ نـ ڏنـو هئائين. تنهن سان موڪلائيءَ جو انجام ٻڌائين. جسم ۽ روح جي آرتـي ڪٺي پيـار جي قربان گاهه ڏانهن وڌي تـ پاٿس ڏسي ورتس. ڪهاڙي ڪٺي وريو تـ ويچاريءَ جي جيئڻ جي سموري تمنا اجهڪو ڏئي موتـي آئـي. پوتـي لاهي پاءُ جي پيـرن کي چنبڙي وئي، "ادا منهنجا. مون کي نـ مار" ماٿس بـ پڳي وجي قرآن ڪٺي آئـي. " ابا هي وسيلو ٿئي" مڙسس بـ رڙ ڪئي "جنڙي آ منهجي آ، مـون کي ڪـاري بـ قبول، متان منهنجيءَ کي ماريو اٿئي.

"چپ ڪر ڪميٺا ڪاري آ."

"هل ڙي معتبر تو گهڻيون ڪاريون ڪيون آهن؟"

تيسين مـاٿس بـ قـرآن آٿـي آڏو جهليس. مـاءُ کـي ڌڪـو ڏئـي پـري تيلهيـائين. لت پيـڻ جي ڪلهي تـي ڏيئي سندس متو ڇڏائي پري ڪيـائين. ڪهـاڙي ڪجـي هيـٺ تـي. ٻپ ۾ ويچاريءَ هٿ آڏو ڏنـو. اول چار آگريـون پـوءِ ڪنڌ. ماءُ ۽ قرآن رتو رت. پاءُ ۽ ماءُ گڏجي نيـائيءَ جـو اڳـڻ کولي سٿڻ لاٿـي. پاءُ دنبهو هنيون."

اسپتال جو لاش گهر. ڪپيل چوٽي. ڇاڻ جي چر چر. پنگي، ڊاڪٽر. مکيـن جي يون يون. ننگي ڇاتي، ادي، پيڻ، نياٽي، ست قرآن.

- نالو: محمد ادريس جتوئي.
- والد جو نالو: محمد حسن جتوئي.
- ڄمڻ جي تاريخ: 1962_09_14ع (19 رمضان المبارڪ)
- ڳوٺ: نوڙھا، وايہ نوان جتوئي، تعلقو مورو، ضلعو نوشهروفيروز.
- پرائمري تعليم: گورنمينٽ پرائمري اسڪول نوڙھا.
- سيڪنڊري تعليم: گورنمينٽ هاءِ اسڪول نوان جتوئي 1979ع.
- انٽرميڊيٽ: گورنمينٽ مهراڻ ڪاليج مورو 1981ع.
- گريجوئيشن: مصطفيٰ اورينٽيئل ڊگري ڪاليج نوان جتوئي1985ع.
- ايم.اي: ماس ڪميونيڪيشن (يونيورسٽي آف سنڌ، ڄامشورو، 1991)
- ايم.اي: سنڌي ادب (شاهہ لطيف يونيورسٽي خيرپور ميرس 1993)
- پيشہ ورانہ تعليم: بي.ايڊ، ايم.ايڊ.
- ملازمت: ــ جونيئر اسڪول ٽيچر
  (هاءِ اسڪول قاضي احمد، ڏيپارجا ۽ نوان جتوئي)
  ــ ليڪچرر، گورنمينٽ ايليمينٽري ڪاليج آف ايجوڪيشن (فار مين) حيدرآباد.
- انچارج: هم نصابي سرگرميون، هاءِ اسڪولن ۽ ڪاليج ۾.
- لکڻ جي شروعات: 1980ع

سنڌي ادبي سنگت سان وابستگي:

- ميمبر، ڪاروباري ڪاميٽي، سنڌي ادبي سنگت مورو، 1979ع.
- باني ۽ سيڪريٽري (ٽي پيرا) سنڌي ادبي سنگت نوان جتوئي، 1983ع.
- رابطہ سيڪريٽري سنڌي ادبي سنگت ضلع نوشهرو فيروز، 1993ع.
- ميمبر، سنڌ ڪائونسل، سنڌي ادبي سنگت سنڌ.
- ايگزيڪيٽو ڪاميٽي ميمبر: ينگ پروگريسو ٿنڪرس فورم، سنڌ.

سماجي تنظيم:

- باني ۽ سيڪريٽري، وليج ويلفيئر ايسوسيئيشن، نوڙھا (رجسٽرڊ) 1987ع.
- انچارج ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي لائبرري نوڙھا.

## پبليڪيشن:

### ڪتاب

- جمال ابڙو ۽ جديد سنڌي ڪهاڻي (تنقيدي ادب)
- دل ٻہ ڏُنڏلي شام جيان (شاعري جو مجموعو)
- مضمونن جي مجموعو (ڇپائي هيٺ)
- انٽرويوئن جو مجموعو (تياريءَ هيٺ)
- ڪتابن جي دنيا (مختلف ڪتابن جو اڀياس)
- ترجمو ڪيل مضمونن جو مجموعو (تياريءَ هيٺ)

## ٻين ليکڪن جا ڇپايل ڪتاب:

- ستارن رمجهول، (شاعري) نماڻو سنڌي، سنڌي ادبي سنگت نوان جتوئي.
- گوهر شاهہ جو گيان، (شاعري) سيد علي گوهر شاهہ. مرتب، سنڌي ادبي سنگت نوان جتوئي.
- ساهتيءَ جا استاد (نثر) جمال الدين مومن، مومن پبليڪيشن نوان جتوئي.

## ايڊيٽر:

- ايڊيٽر: سونهن پبليڪيشن سنڌي ادبي سنگت ضلع نوشهرو فيروز 1993ع
- ايڊيٽر: ماهوار سنڌ لائين، حيدرآباد (ادبي مئگزين) 2000، 1998ع
- ايڊيٽر: اخبار تعليم، حيدرآباد (تعليمي مئگزين) 2001ع

## ميمبر ايڊيٽوريل بورڊ:

- روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 1981ع .
- ماهوار شُشُر، حيدرآباد (ٻاراڻو رسالو) 1998ع .
- ماهوار دي رپورٽر (انگريزي) حيدرآباد 2005ع .

## ادارن سان وابستگي:

- ميمبر، قومي نصاب ڪاميٽي، ڪريڪيولم ونگ وفاقي وزارت تعليم، اسلام آباد.

### سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ:

- ميمبر قومي نظر ثاني ڪاميٽي ۽ درسي ڪتابن جو ليکڪ.
- ٽيچرس گائيڊ ۽ مينوئل (تيار ڪيل)

### سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد.

- ميمبر، پبليڪيشن ڪاميٽي، سنڌي لئنگيج اٿارٽي حيدرآباد.
- ريسورس پرسن: استادن لاءِ سنڌي ٻوليءَ جي سکيا جا ورڪشاپ.

### ٽيچرس ٽريننگ:

(هيٺين ادارن جي لاءِ ريسورس پرسن / ٽيچرس ٽرينر طور خدمتون سرانجام ڏنيون)

- وفاقي وزارت، تعليم، اسلام آباد.
- تعليم ۽ خواندگي کاتو، سنڌ.
- بيورو آف ڪريڪيولم اينڊ ايڪسٽينشن ونگ سنڌ، ڄامشورو.
- پراونشل انسٽيٽيوٽ آف ٽيچر ايجوڪيشن سنڌ، نوابشاهه.
- مڊل اسڪول پروجيڪٽ سهڪار (ايشين ڊولپمينٽ بينڪ).
- گورنمينٽ ايليمينٽري ڪاليج آف ايجوڪيشن (فار مين) حيدرآباد.

### ڪانفرنس، ورڪشاپن ۽ سيمينارن ۾ شرڪت:

- گولڊن جوبلي انجمن ترقي پسند مصنفين ڪراچي 1986ع.
- عالمي، ادبي ڪانفرنس، اسلام آباد، 1995ع.
- شاهه سچل سامي عالمي امن ڪانفرنس، ڪراچي 2005ع.

### ايوارڊ، شيلڊ ۽ سرٽيفڪيٽ:

- سنڌي ادبي سنگت سنڌ، ايوارڊ 1993ع.
- **گولڊن جوبلي ايوارڊ:** ضلعي اندر (تعليمي ۽ هم نصابي سرگرميون منعقد ڪرڻ تي)، 1997ع تعليم کاتو، ضلع نوشهرو فيروز.
- **شيلڊ:** نوشهرو فيروز مدرسه ۽ هاءِ اسڪول جي سؤ سالہ جشن جي موقعي تي تعليم تي تحقيقي مقالو) پڙهڻ تي مليل، 1995ع)
- **محمد خان مجيدي شيلڊ:** ماٽڪ موتي تنظيم سنڌ.
- **مجتا شيلڊ:** سنڌي ٻوليءَ جو با اختيار ادارو، حيدرآباد 2004ع.

**پتو:** پوسٽ آفيس نوان جتوئي، تعلقو مورو، ضلع نوشهرو فيروز.



**ادريس جتوئي،** سنڌي ٻوليءَ جو نوجوان ۽ باشعور اديب آهي. هن جو ڏيهي ۽ پرڏيهي ادب جو سٺو مطالعو آهي. هن سنڌي ادبي سنگت جي ڪچهرين ۾ سنڌيءَ جي نالي وارين اديبن جي صحبت ذريعي پنهنجي ذهني اوسر ۾ اضافو ڪيو آهي. هڪ سٺي لائبرريءَ جو مالڪ آهي. سنڌ جي تخليقي ۽ تحقيق ادب تي سٺي ڪمانڊ رکي ٿو. هڪ اُستاد جي حيثيت ۾ هن نہ رڳو بهتر تدريس ڏني آهي، پر نصاب ۽ ڪريڪيولم جي حوالي سان بہ هن جو پورهيو ڳڻپ جوڳو آهي. بيورو آف ڪريڪيولم سنڌ، پائيٽ (پراونشل انسٽيٽيوٽ آف ٽيچرس ايڊيوڪيشن) سنڌ نوابشاهہ. سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ ۽ قومي نصاب ڪاميٽي سان سندس گهري وابستگي رهي آهي ۽ پرائمري ۽ ثانوي تعليم جي نئين جوڙجڪ ۾ حصيدار رهيو آهي. سندس نقط نظر سائنسي آهي ۽ جديد دور جي تقاضائن تي پورو لهي، هن نصاب ۽ درسي ڪتابن جي بهتريءَ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو آهي. استادن جي ٽريننگ جي حوالي سان ڪيترن سيمينارن ۽ ورڪشاپن ۾ رسورس پرسن طور ليڪچر ڏئي چڪو آهي. ادب جي ميدان ۾ شاعري، تنقيد، ترجمو ۽ تحقيق سندس من پسند موضوع رهيا آهن. شاعريءَ ۾ آزاد نظم ۽ نظم سندس پسنديده صنفون رهيون آهن. تنقيدي ۽ تخليقي حوالي سان شاهہ لطيف، شيخ اياز، تنوير عباسي، اُستاد بخاري، نون شاعرن ۽ ٻوليءَ بابت ڪافي مضمون لکيا اٿس. پاڻ الک گروپ آف پبليڪيشن پاران نڪرندڙ ماهوار مخزن "سنڌ لائين" جو ايڊيٽر رهيو ۽ هن وقت ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج (فارمين) پاران نڪرندڙ اخبار تعليم جو ايڊيٽر آهي. ڪيترا ئي ڪتاب ڇپائي چڪو آهي. سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي پبليڪيشن ڪاميٽيءَ جو ميمبر رهيو آهي. پر سندس تحقيقي ۽ تخليقي حوالي سان اهم ڪم سنڌ جي برک ڪهاڻيڪار جمال ابڙي جي شخصيت ۽ ڪهاڻيءَ جي فن تي سندس ايم.اي (سنڌيءَ) جو مونوگراف آهي، جيڪو هن شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ۾ پيش ڪيو جيڪو هن وقت ڪتابي صورت ۾ توهان جي هٿن ۾ آهي. هن کي سنڌي ادبي سنگت ۽ تعليمي کاتي پاران ڪجهہ ايوارڊ بہ ملي چڪا آهن. يقين آهي تہ هي نوجوان مستقبل ۾ پنهنجو مناسب مقام ضرور حاصل ڪندو.

تاج جويو

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻُ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڀِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جٺن جٺن جاڙ وڏي تي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ چُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ چُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻچاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چـو، چـالاءِ ۽ ڪـيـئـن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَـنَ پَـنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)